# ٤ مارچ

# ۽ اڄ جي

# شاگرد سياست

سهيڙيندڙ: حميد سبزوئي

# ۴ مارچ ۽ اڄ جي شاگرد سياست

(۴ مارچ تي ڪوٺايل سيمينار ۾ پڙهيل مقالا ۽ تقريرون)

سهيڙيندڙ

حميد سبزوئي

چانڊڪا پبليڪيشن، ڪراچي

| | | |
|---|---|---|
| ڇپائيندڙ | : | چاڙ پبليڪيشن، ڪراچي |
| ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ | : | پيس ڪمپوزرس، ڪراچي |
| پهريون ايڊيشن | : | آگسٽ - ١٩٩١ |
| تعداد | : | هڪ هزار |
| قيمت | : | =/ ٢٠ رپيا |

Char March Aeen Aj Ji Shagird Syasat (Essays & Speaches). Compiled by Hameed Sabzoi. Composing & Layout by **Peace Composers,** Karachi. First Edition August 1991. Price Per Copy Rs. 20/=

# سٽاء

صفحو نمبر

# پنهنجي پاران

۳ مارچ ۱۹۹۱ تي ايل ايم سي جي لطيف هال ۾، جيئي
سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن پاران ڪرايل سيمينار ۾ پڙهيل مقالا ۽
ڪيل تقريرون ڪتاب جي شڪل ۾ اوهان جي آڏو آهن. ڪتاب جو
نالو به ساڳيو سيمينار وارو يعني "۳ مارچ ۽ اڄ جي شاگرد سياست" رکيو
ويو آهي.

"ڪتاب ڇپجڻ ۾ دير ڪئي ۽ ان کي سٺت اچڻ گهرجي ها"
توهان جو اعتراض صحيح آهي. ان ڪي پنهنجي غلطي محسوس ڪندي
اهوئي چوندس ته پاڻ سيني کي هڪ ٻئي جا حال ساريا پيا آهن هڪ
ته مالي مشڪلاتون هيون ۽ ٻيو ته جن ساٿين مقالا پڙهيا انهن مقال ڏيڻ
۾ دير ڪئي ۽ تقريرون وڊيو تي صحيح طريقي سان نه پرجڻ سبب اتارڻ
۾ وقت لڳي ويو آهي اهي سبب هئا ڪتاب جي دير سان اچڻ جا.

اسان وٽ سيمينار ۾ پڙهيل مقالن کي ڪتابي صورت ۾
آڻڻ جو رواج گهٽ آهي. ٻيو وري شاگرد تنظيمون اهڙو "سنجيده" ۽
"تڪليف" جهڙو ڪم ڪونه ڪنديون آهن هتي ته سيمينار جهڙو
انتهائي اهميت جوڳو ۽ محنت طلب ڪم به ڏيک جي سياست (Show
Politics) جي زمري ۾ اچي ٿو سمورن ساٿين کي ياد هوندو ته سيمينار ۾
صدارتي مقالو پڙهندڙ ۽ جساف جي مرڪزي صدر ڊاڪٽر مير عالم مري
چيو هو ته سمورن مقالن ۽ تقريرن کي ڇپائي پڌرو ڪيو ويندو.

مون کي خوشي محسوس ٿئي ٿي ته اسان انتهائي اهميت
جوڳي موضوع تي ڪامياب ۽ شاندار سيمينار ڪرائي ۽ ان کي ڪتاب
جي صورت ڏيئي ڇپائي توهان جي هٿن تائين پڻ پهچايون ٿا.

سنڌ ۾ شاگرد سياست پنهنجي سمورين خامين،
ڪوتاهين، ڇڙواڳين ۽ تنگ نظرين جي باوجود تمام گهڻا مثبت پلوڙ ۽
ساراه جوڳا عمل ۽ جدوجهدون ڪيون آهن. ۳ مارچ ۱۹٦٧ کان شروع

ٿيندڙ شاگرد جدوجهد جو پرجوش قافلو پنهنجي دکي ديس جي
ذميدارين ۽ فرضن جي پوراءَ لاءِ ڪڏهن ڏاچر ڪيمپن جي موت جهڙن
اونداهين کوٺن ۾ پنهنجي ذهن ۽ ضمير سان نياڻيندي مارجي ويو آهي
تہ ڪڏهن ٿوڙي جي سنسان ۽ پٿريلي ڌرتي تي بي سبب ۽ بيدرديءَ
سان قتل ڪيو ويو آهي، ڪڏهن ڦٽڪن جي تيز ۽ ڪربناڪ آوازن تي
”جيئي سنڌ“ جي نعري سان پنهنجي روح کي گرمايو اٿس تہ ڪڏهن
وري زندگي ۾ هڪ پيرو ملڻ وارا جواني جا خوبصورت ڏينهن بدبودار
ڪولين ۾ گهاريا اٿس...... نہ ڄاڻ اڃان ڪيس ڪيترين آزمائشون
ڏيٺيون آهن. بهرحال انهي ڳالهہ تي مونسان گهٽا متفق ٿيندا تہ سمورن
غلط عملن ۽ ڇڙواڳين جي باوجود مجموعي طور تي شاگردن پنهنجي حصي
کان وڌيڪ قربانيون ڏنيون آهن ۽ پنهنجي فرضن ۽ ذميدارين سان نياءُ
ڪيو آهي شاگرد تنظيمن جتي وچولي طبقي جي اٿاٽ سبب ۴ مارچ جي
جدوجهد ذريعي ان جو ڪردار ادا ڪيو اتي پارٽين جي فعال نہ هئڻ ۽
مٿن پابندي سبب انقلابي پارٽين وانگر متحرڪ ۽ سرگرم بہ رهيون آهن.
شاگرد تنظيمن منجهان ئي سنڌ جي قومي انقلابي پارٽين کي جاکوڙي،
نظرياتي ۽ قومي جذبي سان سرشار ڪيڊر ملڻ سان گڏوگڏ قيادت جي
کوٽ وارو خال پورو ڪرڻ لاءِ ڪين نوجوان، جرائت مند، با صلاحيت،
فيصلي ۽ جدوجهد جي سگهہ سان پرپور انقلابي قيادت پڻ مهيا ٿي آهي
تاريخ جي ڪُڪ ۾ الائي ڇا آهي، شايد انهيءَ جي ئي جدوجهد، همت ۽
مردانگيءَ سان صدين کان ستل سنڌ وري نئين اُتساه ۽ جذبي سان
جاڳي پئي.

حيرت ۽ ڏک جي ڳالهہ رڳو اها آهي تہ شاگرد سياست تي
جيڪو ڪجهہ لکيو ويو آهي اهو نہ هئڻ برابر آهي مجموعي طور تي
شاگرد سياست تي جيڪي ڪتاب لکيا ويا آهن مان سمجهان ٿو انهن
ڪتابن منجهان هي پهريون ڪتاب آهي جيڪو ايترو گهڻ پاسائون
مدلل تنقيد ۽ تجزيي سان پرپور آهي.

هن ڪتاب ۾ جن اديبن، دانشورن، شاگردن توڙي قومي
اڳواڻن جون تخليقون ۽ تقريرون شامل آهن اُهي سنڌ ۾ پنهنجو الڳ ۽

منفرد مقام رکن ٿا انهي ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هي ڪتاب سنڌ جي شاگرد سياست ۾ انفرادي حيثيت ماڻيندو ۽ شاگرد سياست ۾ نون، وقت ۽ حالتن سان هم آهنگ ۽ زندگي بخش رخن کي سگهاري ڪرڻ جو سبب بڻبو.

آخر ۾ وضاحت ۽ معذرت تہ وڊيو تي صحيح طريقي سان نہ پرجڻ سبب .S.S.O جي چيئرمن منظور شيخ .S.S.F جي صدر حنيف بڙدي ۽ .S.S.T جي جنرل سيڪريٽري اسحاق پلهہ جون تقريرون نہ اچي سگهيون آهن. ٻي وضاحت تہ مان ڪتابن جي ڇپائي توڙي پروف ڏسڻ ۾ بلڪل سيڪڙاٽ آهيان پهريون ڀيرو ڪنهن ڪتاب جا پروف ڏٺا اٿم تمام گهڻن ڪوشش جي باوجود بہ ڪافي چڪون رهجي ويون آهن انهي ڪري لفظن جي درستگي لاءِ آخر ۾ پل نامون ڏنو آهي سو احترام لائق پڙهندڙن کي گذارش آهي تہ لفظن کي درست ڪري پڙهڻ شروع ڪن. اوهان جون تنقيدون ۽ رايا اشاعتي سلسلي لاءِ مشعل راهہ هوندا.

ان سان گڏوگڏ هڪ رسم، روايت ۽ اخلاقي ذميداري سان بہ نڀائيندو هلان تہ ڪيسيٽن تان تقريرون اتارڻ ۾ ڀيڻ تسنيم ڀٽي ۽ يوسف سيف جو ٿورائتو آهيان جن جي ڀرپور ۽ پرخلوص ساٿ کانسواءِ هي ڪتاب ڪڏهن بہ ڇپجي نہ سگهي ها. مهرباني

ساٿ سلامت سنڌ سلامت

حميد سبزوئي
مرڪزي سيڪريٽري جنرل
جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن "سنڌ"

آصف بالادي

# جاگيرداري، سرمائيداري ۽ پرسترئيڪا جي ڄر واٽي تي بيٺل سنڌي شاگرد

سنڌ اندر شاگرد جدوجهد ڪي هڪ ڊگهي ۽ طويل تاريخ آهي، جنهن جا ڪيترائي شاندار تاريخي ڪارناما ۽ مثال به آهن ته وري ڪيترائي نقصان ڪار قدم بہ آهن جن سان سڄي ساري شاگرد جدوجهد توڙي قومي جدوجهد کي ايترا ته ڳرا نقصان پلئہ پيا آهن، جن جو ازالو مشڪل آهي. ۴ مارچ ٦٧ ١٩ واري شاگرد جدوجهد جي تاريخي ڪاميابي ۽ اپار ڪان پوء ايتري ڊگهي عرصي تائين ٿيندڙ شاگرد جدوجهد گهربل سگهارا ۽ مثبت نتيجا نہ ڏيئي سگهي آهي. توڙي جو سنڌي شاگردن پنهنجي وس ۽ وت آهر قومي جدوجهد کي سگهارو بنائڻ لاءِ اَٿاهہ قربانيون بہ ڏنيون آهن، پنهنجو رڱو رت هاريو آهي، جيل جي اونداهين ۾ گهاريو آهي، پنهنجن پٺن تي ڪوڙا جهليا آهن. سنگينن جا گهاؤ بہ سٺا آهن، ريسٽيڪيٽ ٿياآهن.۽ اهڙيون پيون ڪيتريون ئي اذيتون برداشت ڪيون آهن. انڪري سنڌي شاگرد جدوجهد تي لکڻ مهل هڪ سوال ڪر کڻي بيهي ٿو تہ انهن جي ڪيل شاندار تاريخي جدوجهد سان انصاف ڪيئن ڪجي ۽ ان سان گڏوگڏ انهن جي ڪيل شرمناڪ ۽ قومي غداري جهڙن ڪڌن ڪرتوتن تي ڪهڙي ريت تنقيد بہ ڪجي تہ جيئن هاڻوڪي دؤر ۾ ٿيندڙ شاگرد جدوجهد انهن تاريخي ڪارنامن کي ياد ۾ رکي ۽ ماضيءَ جي ڪيل ڪوتاهين ۽ غلطين کي بہ نظر ۾ رکي انهن کي وري دهرا ئجڻ جا رستا روڪيندي- اڳتي وڌي ۽ قومي جياپي واري هلندڙ جدوجهد ۾ پنهنجو شاندار ۽ گهربل تاريخي ڪردار ادا ڪري سگهي.

سنڌي شاگرد جدوجهد جي شروعاتي لهر جو اڻ لکو ۽ شروعاتي اُپار پنجاهہ واري ڏهاڪي جي آخر ڌاري ۽ سٺ واري ڏهاڪي جي شروع ۾ نظر اچي ٿو پر تن ڏينهن رڳو ننڍا ننڍا حلقا (Circles) ون

يونٽ جي مزهيل ڪوٽ ۽ ايوبي آمريت خلاف ڪجهہ چاڪنگ ۽ پمفليٽ بازي تائين محدود هئا، اِڪتي هلي سٽ واري ڏهاڪي جي آخري حصي ۾ ۴ مارچ ۱۹۶۷اتي شاگرد جدوجهد وڏو چال ڪاڏو ۽ ايوبي آمريت جي خوف ۽ دهشت واري ماٺار ڪي ٽوڙي وڌو- سنڌي شاگرن اِڪتي وڌي ايوبي آمريت ۽ ان جي ون يونٽ واري ديو ڪي للڪاريو، پر تن ڏينهن تائين بہ سنڌي شاگردن ڪي ڪامنظم سياسي تنظيم نہ هئي ۽ نہ ئي وري تعليمي ادارن کان ٻاهر سنڌ جي قومي جدوجهد ڪا منظم سياسي تنظيمي شڪل اختيار ڪئي هئي. بقول اسول بخش پليجي جي سنڌي شاگردن جي اها جدوجهد پاڪستان ٺهڻ کان پوء سنڌي قومي جدوجهد جي پنجين لهر هئي ۽ ان کان اڳ چار لهرون ايري چڪيون هيون جن ۾

۱) محترم جي ايم سيد جي اڳواڻيءَ هيٺ ڪن ٽورڙن محب وطن پارليامينٽري طريقن سان سنڌ دشمنن جو مقابلو.

۲) محترم جي ايم سيد طرفان شخصي، علمي ۽ نظرياتي جدوجهد.

۳) ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ۽ عبدالقادر جي اڳواڻيءَ هيٺ هاري ۽ قومي جدوجهد.

۴) محترم محمد ابراهيم جوئي ۽ شيخ اياز جو اڳواڻيءَ هيٺ علمي، ادبي جدوجهد.

(حوالو ڪتاب : ۴ مارچ ۽ سنڌي جوڌا صہ۲۵)

۴ مارچ جي مشهور ڪردار يوسف لغاري جي بقول تہ "۴مارچ ۱۹۶۷ تائين سنڌ ۾ ڪابہ اهڙي منفرد سياست يا سماجي تنظيم نہ هئي، جيڪا سنڌ کي انهن ڌاڙيلن کان بچائي سگهي ، خاص ڪري ۵۸ ، کانپوء سنڌ جي سموري سياست تي گهٽ پوسٽ چانيل هئي، ۽ ڪوبہ اهڙو سياستدان نہ هو جيڪو ايوب خان جهڙي آمر سان سنڌجي مسئلن ۽ حقن بابت ڳالهائي سگهي، محترم جي ايم سيد، حيدربخش جتوئي، شيخ اياز ۽ قاضي فيض محمد ۽ انهن سان گڏ سنڌي ادبي سنگت هئي جيڪا وقت بوقت آواز اٿاريندي رهي"

(حوالو ساڳيو ڪتاب -صہ ۳۲)

تن ڏينهن ايوبي آمريت سان ٺاهہ ڪندي غدار سنڌ ايوب

کهڙي ون يونٽ کي قبول ڪري قومي غداري جو گانگهو پنهنجي ڳچي ۾ وجهي چڪو هو، جيڪو اڄان تائين سندس پونئر گهليندا اچن ٿا. اڳتي هلي جيئن جيئن قومي تضاد شدت اختيار ڪندو ويو ۽ بنگالي قوم جي قومي جدوجهد بنگلاديش کي جنم ڏنو، ۽ هتي بہ قومي جدوجهد جو ارتقائي عمل تيز ٿيو تيئن ئي سنڌي شاگردن جي ٽڙيل پکڙيل جدوجهد بہ منظم ٿيڻ لڳي ۽ اهڙي وقت ۾ جڏهن بقول اياز سنڌ "سنڌڙي تنهنجو نانءُ وٺو ڪاريهر تي پير پيو " سنڌ جو نالو کڻڻ ئي گناه هو تڏهن سنڌي شاگردن "جيئي سنڌ " جو نعرو هڻي قومي ۽ اجتماعي انساني وقار ۽ آزاديءَ سان جيئڻ جو بنياد وجهي ڇڏيو، آهستي آهستي سنڌي شاگردن جي انهيءَ هلچل مان قومي آزادي لاءِ جدوجهد ڪندڙ "جساف" جهڙي محب وطن آزادي پسند، قومپرست شاگرد تنظيم جنم ورتو جنهن پنهنجي جدوجهد جو بنياد سائين جي.ايم.سيد پاران پيش ڪيل قوم پرستي واري فڪر تي رکيو ۽ پنجاب جي سامراجي قبضي ۽ بالادستي واري حيثيت تان پردو کڻڻ شروع ڪيو. مختلف نظريہ ۽ سوچون رکندڙ پيون بہ شاگرد جماعتون وجود ۾ آيون، ان وقت جي حڪمران ذوالفقار علي ڀٽي جي پيپلز پارٽيءَ پاران - " سپاف " نالي تنظيم کي بہ ميدان تي آندو ويو.

جساف پنهنجي جدوجهد دوران پنجاب پاران مڙهيل آئيي غلاميءَ واري دستور ( ۱۹۷۳ جي آئين ) کي بہ للڪاريو، جنهن جي نتيجي طور ان کي ڪيترن ئي مشڪلاتن ۽ اذيتن کي منهن ڏيڻو پيو، ان دؤر ۾ ان تنظيم توڙي شاگرد جدوجهد جي زورکي ٽوڙڻ لاءِ تمام گهڻا حربا هلايا ويا،با ضمير محب وطن شاگردن کي جيلن ۾ واڙيو ويو، تنظيمن جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن کي لالچائي ڌمڪائي، پنهنجي مقصد تان ٿيڙڻ جون ڪوششون ڪيون ويون، ڪيترائي اڳواڻ ۽ سرگرم قومي ڪارڪن حڪمرانن جا ايجنٽ ٿي قومي شاگرد جدوجهد جون پاڙون کوٽڻ لڳا ۽ قومي غداري جهڙن ڪڌن ڪرتوتن کان بہ ڪونہ مُڙيا، (انهن درد ناڪ حقيقتن جو تفصيلي ذڪر ان وقت جي قومپرست شاگرد اڳواڻ عزيز ڀنگوار وڏي اخلاقي جرئت سان سندس ڪتاب " مان ڏوهي آهيان ۾

ڪيو آهي" ) اهڙي ريت انهن سمورين سازشن ڪي منهن ڏيندي سنڌي شاگردن جي جدوجهد وسيع تر قومي جدوجهد ۾ پنهنجو نمايان ڪردار ادا ڪندي آئي آهي. ٧٠ واري ڏهاڪي ۾ پيچ ڊاهه ۽ ڪرپشن جو شڪار ٿيڻ بعد شاگرد جدوجهد ضيائي آمريت جي ڪاري اونداهي دؤر ۾ داخل ٿئي ٿي.ان دؤر ۾ سنڌي سماج ۽ تاريخ جي نس نس ۾ زهر پريو ويو ۽ سنڌ جي تاريخي روح ڪي داڳيو ويو، سڄي قومي وجود ڪي ڪوڙا وسائي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪيو ويو، سنڌي سماج جي ارتقائي ڦيٿي ڪي روڪي سماجي انتشار ۽ بد نظمي ڪي جنم ڏنو ويو ڦاهيون ۽ ڦٽڪا اسلامي قانون جي علامت طور رائج ٿي ويا، جڏهن ته ڪو راڪاس گهمي ويو هجي، چونڊيل وزير اعظم ڪي ڦاهيءَ چاڙهيو ويو، سنڌي عوام هن ڪاري اونداهي دؤر ۾ ڪنهن وقت جي انتظار ۾ سڀ ڪجهه سهندو رهيو، موت جهڙي خاموشي ڇانيل رهي رڪي رڪي بس رڳو مظلوم انسانن جي پٺيءَ تي ڪوڙي جي سٽڪي ان سنائي ۽ ماٺار ڪي ٽوڙي ٿي ڇڏيو اڳواڻ ۽ ڪارڪن جيلن ۾ واڙيا رهيا، هن ديس جي ذهن ۽ ضمير جي نوجوان نمائيندي نظيرعباسيءَ ڪي بي دردي‌ءَ سان قتل ڪيو ويو، جساف جي نوجوان اڳواڻ احسان ميمڻ ڪي گولين جو بڪ بنايو ويو.

ان ڪاري دؤر ۾ عام طرح سڄو ملڪي عوام ۽ مظلوم قومون متاثر ٿيون پر خاص طرح سنڌ ۽ سنڌي قوم جي سياسي، سماجي، اقتصادي ارتقاتي گهرا زهريلا اثر پيا جن جا نتيجا اڄا تائين سياسي، سماجي اقتصادي، دهشت گردي ۽ دادا گيري جي صورت ۾ ظاهر ٿي رهيا آهن. سڄي آمريت ۽ ان جي ساٿارين سڄي سنڌ سميت، مقدس تعليمي ادارن سان اهڙو وير وڌو جو اٿي عقل ۽ شعور جو ڏيئو گُل ٿيڻ لڳو، مختلف شاگرد تنظيمن اندر ايجنٽن جي ڀرتي شروع ٿي ويئي، ڏوهه ***** ڪي مقدس تعليمي ادارن ۾ هڪ منظم سازش وسيلي داخل ڪيو ويو. روسي ۽ چيني ڪلاشنڪوف سميت ڏوهاري سگهه ڪي گهاٽن بيلن مان ڪڍي هاسٽل جي محفوظ ڪمرن ۾ پهچايو ويو. ڪلاشنڪوف قلم ۽ ڪتاب جي تقدس تي حاوي ٿيندي ويئي. شاگرد سياست جو معيار قومپرستي، سنڌ دوستيءَ مان ڦري ڏاڍ مڙسي،

داداگيري ۽ سينہ زوري تي پيو شريف، محنتي ۽ ايماندار شاگردن جون نندڙون حرام تي ويون پڙهائي جو معيار ڪرندو ويو اُستاد، شاگرد ۽ والدين ۾ دوري ۽ اوپرائپ پيدا ٿيندي ويئي. جساف، سپاف، جساف (آرگنائيزنگ ڪميٽي : جيڪا ڪرڙتالين جي نالي سان مشهور ٿي) ايس ايس ٽي، سپ شاگرد تنظيمون هڪبئي خلاف مذاحمت تي لهي آهيون، جساف ۽ سپاف جو پاڻ ۾ گهڻو ٽڪراءُ رهيو. ان صورتحال جي جهلڪ سنڌ جي ناميارو اديب ۽ صحافي ف-م لاشاري جي ڪتاب "سنڌجاسُور" جي هن ٽڪري مان ڏسي سگهوٿا- ف -م لاشاري لکي ٿو تہ" سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ شاگرين جا جهيڙا وڌنڌي وڌنڌي هاڻي هڪ اهڙي هنڌ اچي بيٺا آهن، جو الزام لڳڻ شروع ٿي ويا آهن، تہ هتي غنڊن جا ٽولا لاطيني آمريڪا جي ملڪن گوئيٽي مالا ۽ السلواڊور جي رجعت پرستن جي "ڊيٿ اسڪواڊ" واري شڪل وٺي رهيا آهن".

جساف جيڪا قومپرست جدوجهد ۾ نمايان ڪردار ادا ڪندڙ شاگرد تنظيم هئي ان کي ٽوڙڻ ۽ منتشر ڪرڻ لاءِ حڪمران قوتن ڏکهو سازشي چار پکيڙيو تنظيم مٿان نام نهاد جوڙن جو ٽولو قابص ٿي ويو، شخصي بت کڙا ڪيا ويا، تنقيد خود تنقيد جي عالمي انقلابي اصول کان انڪار ڪيو ويو ڏنبائي ۽ ڪتابي جهڙا اصطلاع جنم وٺڻ لڳا، هڪ عجيب غريب نفسيات جوڙي ويئي جنهن ۾ تنظيم جي صدارت لاءِ هڪ ڏنبائي جاهل جوڙو لازمي قرار ڏنو ويو۽ جنرل سيڪريٽري جي عهدي لاءِ سياست بحث ڪندڙ ڪتابي ڪوٽيشنائي ڪامريڊ ضروري ٿي پيو تہ جيئن تنظيم کي سياسي بہ چئي سگهجي. ان دؤر ۾ شاگردن کي انقلاب جو هر اول انقلابي اگواڻ دستو ڪري پيش ڪرڻ جهڙا غير فطري فلسفا بہ گهڙيا ويا. تنظيمون يا پارٽيون ڪري پيش ڪيو ويو، شاگرد تنظيم مستقل انقلابي پارٽيون تي هلڻ جي ڪوشش ۾ شاگرد تعليمي مفادن کي بہ وساري ويٺيون. شاگرد اتحاد جي هر امڪان کي رد ڪيو ويو، هر قسم جي سماجي اخلاقي ڏوهہ کي شعوري طرح جنم ڏنو ويو، ڏنبائي ۽ ڏوهاري ماڻهو شاگرد تنظيمن جي گردن تي سوار ٿي پنهنجون من مستيون ڪندا رهيا، شاگرد مفادن واري جدوجهد ۽ قومي مفاد واري جدوجهد

کي هڪ ٻئي جو اُبتڙ ۽ ضد ڪري پيش ڪيو ويو. شاگرد مفادن کي قومي مفاد نہ سمجهڻ وارو هاڃيڪار لاڙو وڌيڪ مظبوط ٿيندو ويو. نتيجي ۾ تعليم ڏانهن گهربل ڌيان نہ ڏيڻ سبب پڙهيل جاهلن جا ڪيترائي لشڪر پيدا ٿيندا رهيا. جڏهن تہ سياسي تنظيمون جن جو فرض بنجي ٿو تہ اهي شاگردن کي اهڙي دڳ لائين ۽ اهڙي مثبت سياسي جدوجهد ڪن جو هڪ هڪ شاگرد کي چڱيءَ ريت اهو احساس هجي تہ سندس قوم جي مجموعي قومي جدوجهد ۽ تاريخ کي سالن جو نقصان پهچي سگهي ٿو. سندس قومي تاريخ جو ڦيٿو روڪي سگهي ٿي. اهڙي ريت شاگرد تنظيمن جي اهم ذمينواري آهي تہ هو شاگردن ۾ قومي سوچ ۽ سجاڳي پيدا ڪن. انهن کي جديد تاريخ جي جديد فلسفن ۽ ايجادن توڙي جدوجهدن کان واقف ڪن. انهن جي اندر قومي اجتماعي بيعزتي ۽ ذلت خلاف ڌڪار ۽ نفرت جو سچو پچو احساس ۽ شعور پرين. کين زندگيءَ جي تقدس ۽ باوقار انساني جياپي جي اعليٰ قدرن (Values) جو شعور ڏين. سڄي دنيا اندر هلندڙ شاگرد جدوجهد جي انقلابي ڪارنامن بابت آگاهي ڏين. عالمي سطح تي دنيا جي شاگرد برادريءَ شاگرد تنظيمن سان سنڌن ناتو جوڙين.

پر ماضيءَ ۾ ٿيل شاگرد جدوجهد اِهو مثبت ۽ ڪارائتو دڳ وٺڻ بدران اُبتا رستا اختيار ڪيا. سڄي شاگرد جدوجهد کي اُبتڙ رستن تي رولي ويو.

آخر ڪار ائين ڇو ٿيو ۽ ڪيئن ٿيو؟ ان سوال جي جواب ۾ هيٺيون ڳالهيون اچي وڃن ٿيون.

١) سنڌي شاگرد جو سماجي پس منظر ۽ طبقاتي جبر
٢) پنجاب سامراج پاران قومي جبر ۽ رياستي مداخلت
٣) ٺڪائيندڙ تعليمي نصاب ۽ سرشتو
٤) سچاڻ، باشعور ۽ حساس شاگرد جو شخصي بحران
٥) شاگرد يونين تي پابندي، وغيره.

**١) سنڌي شاگرد جو سماجي پس منظر ۽ طبقاتي جبر:**

بنيادي طرح سنڌي شاگردن جي اڪثريت ڳوٺن مان آيل هوندي آهي. ۽ ڳوٺ

جيڪي صدين کان جاگيرداري سماج جي گهاٽي ۾ پيڙجي رهيا آهن ۽ جاهل پوتار جي رحم ڪرم تي ڇڏيل آهن. وڏيرا شاهي جيڪا هڪ خطرناڪ بلا آهي ۽ صدين کان سنڌي سماج جي سيني تي چڙهيو ويٺي آهي. تنهن جو ساهه به ان ڪوڙهه ورتل جاگيرداري سماج ۾ آهي، جنهن کي سامراجي قوتون هر پيڙي نيون سيون هٽي ٽيڪو ڏئي بيهاري بيٺيون آهن. دلال وڏيرا شاهي جي پاڙي لڏي انگريز سامراج جي دلالي کان ويندي، ضيائي آمريت جي لانگ بوٽن کي سجدا ڪيا آهن. سدائين اقتدار جي ايوانن ۾ پنهنجي ذهن ۽ ضمير جا هوڪا ڏيندو رهيو آهي.

انهيءَ پراڻي فرسوده سماج جون پنهنجون ريتون رسمون قصا ۽ ڪهاڻيون آهن. جيڪي يونيورسٽيءَ جهڙن اعليٰ ادارن تائين سنڌي شاگرد جو پيڇو ڪنديون اچن ٿيون. مثال طور عام قبيلائي ۽ خانداني جهيڙن کان خود اهو ڳوٺاڻو شاگرد سڌي ريت متاثر ٿئي ٿو.

جاگيرداري سماج کي پنهنجي الڳ الڳ سماجي اخلاقيات آهي، پنهنجا قدر ۽ ماپا آهن. اُهي سيئي اثر سنڌي شاگرد ڳوٺ کان هاسٽل تائين کڻي اچي ٿو جن جو اظهار وقت به وقت سندس روش، رهڻ ۽ اُٿڻ ويهڻ جي ڍنگ مان ٿيندو رهي ٿو ڳوٺاڻي زندگيءَ ۽ سماجي ذهنيت لاءِ مڙس ماڻهو هئڻ جا پنهجنجا معيار ۽ ماپا آهن ۽ سرمائيدارانه سماجي ذهنيت وٽ پنهنجا آهن. تعليمي ادارن ۾ اچڻ ڪانپوءِ به سنڌي شاگرد پاڻ کي جاگيردارنه سماجي ذهنيت ۽ اخلاقيات مان پوري ريت ڪڍي نه سگهيو ۽ نه ئي وري سياسي تنظيمن ايڏي محنت ۽ جاکوڙ ڪئي جو هو نئين دنيا جي نون قدرن ۽ ماپن سان هم آهنگ ٿي سگهي. پر جڏهن سياسي تنظيمن جا اڳواڻ ئي انهن جهالتن ۾ وڪوڙيل هجن ته پوءِ باقي ڪارڪنن کي ڪئين تا سنئين دڳ لائي سگهن.

شاگردن جي وچم ڪيترائي اهڙا خوني جهڳڙا مشهور آهن، جيڪي رڳو هڪٻئي ڏانهن نهاريندي شهر ۾ هٿ وجهي ڪنگهه ڪار ڪرڻ تان ٿيا. يا اتفاقن پاڇي تي لت اچي وڃڻ سان ڇڙي پيا، ته اهو سڀ ڪجهه ڇا هو. ذهني پسماندگي جيڪا اسان جي سماجي پسماندگيءَ جو اظهار آهي.

جاگيرداراڻ سماجي ذهنيت ۽ اخلاقيات ۾ عورت جي برابري کي ڏوهہ سمجهيو ويندو آهي. ان جي شخصي آزاديءَ جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. پر تعليمي ادارن ۾ اوچتو شاگردياڻين کي گڏپڙهندو ڏسي، حيرت کائڻ جهڙا واقعا بہ مشهور آهن.مطلب تہ سماجي پسماندگي جي ڪري سنڌي شاگرد ذهني پسماندگي جو شڪار ٿي احساس ڪمتري ۽ ڪيترن ئي مونجهارن ۾ ڦاسي فرسٽريشن جو شڪار بہ ٿيندو رهيو آهي.

**٢)پنجاب سامراج پاران قومي جبر ۽ رياستي مداخلت:**

جاگيرداري سماج جي فرسوده ريتن رسمن، ڪُتا ۽ رڇ پاليندڙ پوتار مان جان ڇڏائي جڏهن سنڌي شاگردجَديد ۽ اعليٰ تعليمي ادارن ۾ پهچي ٿو تہ اتي سندس مقابلو ڊاري غلاميءَ سبب سڌي ريت قومي جبر سان ٿئي ٿو ڊگري حاصل ڪرڻ بعد بہ نوڪريءَ ۽ روزگار جي ڪابہ ضمانت نظرنٿي اچيس شهري زندگي روزگار واپار مطلب تہ هرشعبي تي ڌاريو ماڻهو قابض نظر اچي ٿو. سامراجي ميڊيا جا ادارا چوويهہ ئي ڪلاڪ ڪوڙ بڪندا رهن ٿا.

سندس ئي سرزمين تي سندس حق تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو وڃي ٿو . قومي جبر ۽ غلاميءَجي ذلت سندس حساس طبيعت تي تڪڙو اثر ڪري ٿي. ڄاڻ ۽ مطالعي جي آڌار تي دنيا جي ترقي ۽ واڌ کان واقف ٿيندي پنهنجي زندگي کي پٺتي ڏسي ٿو. چنڊ ستارن تائين انسان جي اڏام جون ڳالهيون سمجهڻ لڳي ٿو . پنهنجي سرزمين جي سمورن پيداواري وسيلن تي ڌارين ماڻهن جو قبضو ڏسي ٿو ان جي اندر قومي غلامي خلاف نفرت ۽ ڌڪار پيدا ٿئي ٿي. پٺتي نهاري ٿو تہ تاريخ جي ڊگهي عرصي ۾ ڪيس سندس ابا ڏاڏا قومي ۽ طبقاتي غلاميءَ جي ڳهاٽي پڙجندي نظر اچن ٿا- اڳتي نهاري ٿو تہ ڪيس نئين دنيا جا نوان رنگ نيئن زندگيءَ جا نوان خواب نظر اچن ٿا. پر قومي ۽ طبقاتي غلامي سبب هو اهي خواب ماڻڻ کي ناممڪن سمجهي بيزار ٿئي ٿو،چڙي ٿو ۽ اظهار جا مختلف رستاڳولي ٿو.

**٣) ٽڪاٽيندڙتعليمي نصاب ۽ سرشتو:**

هتي جو تعليمي سرشتو بينڪي دؤر وارو آهي. جنهن جي ضرورت غلامانہ ذهنيت کي پيدا ڪرڻ آهي، جديد دؤر جي نون ۽ تازن علمن جي هوا هتي اچان نہ گهلي آهي اچان تائين شاگرد پنهنجي سبجيڪٽ شعبي يا ٽيڪنالاجي جي چوندبہ اسڪوپ جي بنياد تي ڪري ٿو. تخليقي (Creative) انداز سان ڪورس نصاب حڪمران قوتن جي اقتداري مفادن جي خلاف آهي.هن رياست کي ٽيڪو ڏيڻ لاءِ ڪوڙ ۽ فريب تي ٻڌل تاريخ جيڪا دنيا جي ڪيترن ئي ڪتابن توڙي مشهور (انسائيلوپيڊيا) ۾ ظاهر ٿي پئي آهي. پر هتي جا نرڇا حڪمران ۽ سرڪاري تعليمدان اچان اها رٽ لڳايو اچن مثال طور تاريخ ثابت ڪيو آهي تہ جناح ۽ اقبال انگريزن جا دلال هئا. پر تڏهن بہ هتي جي نصاب ۾ اهي اڃا چڱان مڙس آهن. پرائمري سطح کان وٺي اعليٰ تعليمي ادارن تائين تعليمي نصاب کي ٽي بي جي مريض وانگر چيڪ اپ ۽ علاج جي ضرورت آهي.

**۳) سڄاڻ باشعور ۽ حساس شاگرد جو شخصي بحران:**

مجموعي طرح جيئن مون مٿي عرض ڪيو تہ:

سنڌي شاگرد جاگيرداري سرمائيداري جي سماجي ورهاست واري بحران ۽ چڪتا ڻ جو شڪار رهيو آهي. ڳوٺن ۾ پوتارآهي ۽ شهرن ۾ ڌاريو سامراجي هينئر تہ شهرن ۾ دهشتگرد ۽ ڳوٺن ۾ ڌاڙيل بہ سنڌ سماج جي شهر سڳ تي لت پيو ڏيو بڻيا آهن. شاگرد باشعور ۽ حساس هئڻ سبب پنهنجي محنت جي آڌار تي جڏهن مطالعو ۽ مشاهدو ڪري زندگيءَ جي اعليٰ قدرن کي سمجهي ٿو. يا فلسفي توڙي ادب جي رجحانن ۽ تخليقي پاسن کان متاثر ٿئي ٿو. تڏهن.هڪ اهڙو شاگرد جيڪو ادب ۽ فلسفي، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ترقي ۽ واڌ کان نہ رڳو واقف هجي پر ان کان گهڻو متاثرہ هجي سندس نگاهہ مارڪس ۽ آئين اسٽائين جي نظرئي (Theory)تي پئي هجي، ۽ اڄ جي دؤر ۾ بدلجندڙ تاريخ ۽ سياست جي نئين رجحان پرسترورئيڪا کان بہ چڱيءَ ريت واقف هجي، پر ساڳئي وقت سندس پوري قوم ڌارئي سامراج ۽ ان جي جديد سرمائيداراڻہ نظام ۾ پنهنجو قومي تشخص ۽ وجود وڃائيندي وڃي تڏهن

ان جي حساس ذهن ۽ ضمير تي جيڪو جبر ٿئي ٿو. ان جو صحيح اندازو اڄ جو باشعور تاريخ، فلسفي، ادب ۽ سائنس کان واقف حساس نوجوان چڱي ريت ڪري سگهي ٿو. ٿورن لفظن ۾ هيئن ته:

سنڌي نوجوان شاگرد
جاگيرداريءَ ۾ ڄائو آهي.
سرمائيداري ۾ جيئي ٿو.
۽ پرسٽوروئيڪا ۾ سوچي ٿو.

اهڙي ريت سندس شخصيت جاگيرداري، سرمائيداري، ۽ پرسٽروئيڪا جي ٽي واٽي تي بيهي تاريخ آڏو هڪ سواليه نشان بڻجي وڃي ٿي.بهر حال انهن سمورين حالتن هوندي اسانکي اڳتي وڌڻو آهي. حالتن جو مقابلو ڪرڻو آهي، جاگيردارانه سماجي ذهنيت کي شڪست ڏيڻي آهي. پنهنجي قوم جي نئين سر نئين تعمير ۽ تشڪيل ڪرڻي آهي، جدوجهد ۽ جياپي جا نوان رستا ڳولڻا آهن.

اڄ نئين زماني جي نئين انسان ڏينهن ڏٺي جو ميڻ بتيون ۽ هٿ بتيون ٻاري احتجاج جانت نوان طريقا ڳولي ڪڍيا آهن. سڄي دنيا اندر سياسي سماجي سطح تي گهڻو ڪجهه بدلجي چڪو آهي ۽ بدلجي رهيو آهي؛ ڪٿي ته رڳو احتجاج سان ئي حڪومتون ۽ انهن جا سربراهه تبديل ٿي وڃن ٿا ۽ ڪٿي ته وڏي رتو ڇاڻ ڪانپوءِ به حڪمران قوتون وهيل رت مٿان فرسوده فلسفن ۽ نظرين جون سفيد ڳاڙهيون، سايون، رنگبرنگي چادرون چاڙهي پنهنجي اقتداري مفادن جو بچاءُ ڪن ٿيون، انهن سمورين تبديلين ۾ جتي دنيا جو بهادر ۽ دلير عوام پيش پيش آهي اتي سڄي دنيا ۾ باضمير، باشعور ۽ سڄاڻ شاگرد برادري به پنهنجي حساسيت واري طبيعت رکڻ سبب عوام سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي اڳتي وڌي رهي آهيءَ ڪٿي ڪٿي ته قومون وڏين وڏين قومي جمهوري تحريڪن جو محرڪ به بڻجي پوي ٿو. تائي نان مين اسڪوائر (چين جي جمهوري شاگرد جدوجهد) جي چوراهي کان وٺي ٽمي سورا (آمرچائشسڪو خلاف رومانيه جي عوام جي جدوجهد) جي گهٽي تائين ڏکڻ ڪوريا جي رستن روڊن کان وٺي برما جي گهٽين ۽ ڏکڻ آفريڪا جي بستين سميت مادر

وطن سنڌ جي ڳوٺن واھڻ وستين شھرن ۽ سنڌ جي شعور ۽ ساڃاءَ جي مرڪز ڄامشوري جي مقدس تعليمي ادارن تائين جيڪو بہ رت وھيو آھي ان ۾ شاگرد برادري جي گرم ۽ جوشيلي رت جوحصو نہ رڳو شامل آھي پرنئين سنڌ جي خواب کي ماڻڻ لاءِ اڌمائي ۽ اُتساھي بہ رھيو آھي تاريخ جي ھن ڏکي وقت ۽ مرحلي تي سنڌي عوام جي خلاف جيڪي گھڻ طرفيون گھڻ رنگيون سازشون سٽيون ويون آھن. غربت، بي روز گاري بيوسي، بيماري ۽ جھالت جون جيڪي بُلائون سنڌن ڳچين ۾ وڌيون ويون آھن، سنڌ جي شاندار .ماضيَ ۽ تاريخي روح کي ڏنپ ڏيڻ لاءِ دھشت گردي، داداگيري ۽ سينہ زوري جو جيڪو راڄ مڙھيو ويو آھي، ان صورتحال ۾ سنڌي شاگرد .کي پنھنجي قوم جي لاءِ پنھنجي وطن جي لاءِ دل ۽ دماغ جو ڪم ڏيڻو آھي،پنھنجي دکي ديس جي ذھن ۽ ضمير جو نمائندو بنجي جبر ۽ ڏاڍ جي قوتن خلاف شاگرد جدوجھد جي ھڪ نئين تازا دم شعور ۽ جذبي سان ڀرپور جدوجھد جي لھرپيدا ڪرڻي آھي. سنڌي شاگرد برادريءَ کي سيني سياسي، سماجي وابستگي ۽ لاڳاپن کان بالاتزي ٿي: سياڻي جي آزاد(Independent) خوشحال(Prosperous) ۽ طبقاتي ذلت کان پاڪ جمھوري(Democratic) سنڌ جي خواب کي پنھنجي اکين ۾ ڀري اڳتي وڌڻو آھي. بلڪل نئين ۽ تخليقي انداز سان نئين زماني جي نين حالتن سان ھم آھنگ ۽ ھڪ ڪروٽيڻ لاءِ، دنيا ۾ آيل ۽ جاري نئين سياست، سماجي، اقتصادي ٽوڙي سائنسي حالتن جو گھرائيءَ باريڪ بيني سان جائزو وٺندي قومي، اجتماعي جياپي جون نيون راھون تلاش ڪرڻيون آھن. گذريل وقت ۾ ٿيل شاگرد جدوجھد جي چڱاين ۽ تاريخي ڪاميابين کي سانڍ يندي اڳتي وڌائيندي پراڻن فرسوده طريقن ۽ روايتن کي ڦٽو ڪرڻو آھي. ھيٺنر اھو زمانو تاريخ جي ڪباڙخاني ۾ وڃي ڪريو آھي جڏھن شاگرد جدوجھد جو معيار "تنھنجوشان، منھنجو شان فلاڻو خان فلاڻوخان " "جيئي فلاڻو جيئي فلاڻو" جي کوکلن ۽ بي بنياد نعرن تي رکيل ھو، ۽ شخصي نعراوطن ۽ سر زمين جي جياپي واري نعري تي حاوي ٿي ويا ھئا، ڪلاشنڪوف ڪتاب ۽ قلم جي تقدس تي قبضو ڪري ورتوھو، تعليم ۽ سياست کي ھڪ ٻئي

جو ابتڙ ۽ ضد ڪري پيش ڪيو ويو هو، جيڪو جيترو، سست، ڪاهل ۽ جاهل هو اهو اوترو وڏو شاگرد اڳواڻ ۽ قومي سورمو هو، شاگرد جدوجهد جي اُجري ۽ اڇي پاٽي کي لڙ ڪري عام ذهين ، محنتي ۽ ايماندار سنڌي شاگرد کي سندس قومي جمهوري وطن دوست سياست ۽ جدوجهد کان پري رکيو ويو هيو، رڳو گوڙ گهمسان ۽ نعريبازي ڪري، هوش، حواس خطا ڪري سنڌي شاگرد کي ٿڪايو ۽ بيزار ڪيو ويو هو. "جيئي سنڌ" جي زندگيءَ جهڙي نعري کي چند شخصن گروهن ۽ ٽولن جي ذاتي گروهي مفاد سمجهي اوڙاهه ۾ اڇليو ويو هو، سنڌ، وطن، ڌرتي، سرزمين، قوم، عوام، ترقي پسند، جمهوريت جهڙن اڇن اجرن لفظن تي قبضو ڪري پنهنجا مفاد پوراڪيا ويندا هئا، حالانڪ انهن مٿين لفظن تي عام سنڌي شاگرد کي ڪوبه اعتراض نه هو، سڀ جا سڀ انهن ڳالهين تي متفق هئا. پر ڪڏهن انهن کي اظهار جو موقعو ۽ ماحول نه مليو هو، مون کي پنهنجي شاگرد زندگي جي تجربي ۽ مشاهدي ۾ هڪڙو به سنڌي شاگرد يا شاگردياڻي ۽ سنڌي استاد نٿو سجهي جنهن کي"جيئي سنڌ" جي تاريخي ۽ سنڌ پرست نعري تي اختلاف هجي ڪڏهن به نه بس رڳو ان جي استعمال ۽ حاصلات جي طريقه ڪار تي ڪيترائي رايا ۽ اختلاف رهيا آهن. جيڪي سياويڪ آهن. فطري آهن جن کي تنگ نظري ۽ انتها پسنديءَ سان رد ڪري رڳو پنهنجو پاڻ کي قومپرست ۽ سنڌ دوست سمجهڻ ناداني، هڪ هٺي نه آهي ته ٻيو ڇا هي؟

تاريخ جي هن مرحلي تي سنڌي قوم پنهنجي قومي جياپي جي جنگ وڙهي پئي (Struggle of Survival) ۽ اهڙين حالتن ۾ (جيئي سنڌ) جي نعري کي محدود ڪرڻ بجاءِ پوري قوم جي جياپي واري جنگ جي اهڃاڻ طور سيني جو نعرو بنائڻو آهي. تاريخ جي هن مرحلي تي هاڻ هي نعرو ڪنهن به شخص، گروهه، تنظيم يا پارٽي جو ذاتي گروهي، تنظيمي يا پارٽي نعرو ناهي رهيو نه رهڻو آهي ۽ توهان سڀ سنڌي شاگرد ۽ شاگردياڻيون توڙي معزز استاد صاحبان ان نعري کي انهي وسيع تر پس منظر (Perspective) ۾ وڌ ۾ وڌ ڻون رنگ ۽ رس ڀريو ان جي حاصلات جي جاکوڙ ڪريو پنهنجي اُتساهه (Inspiration) جو

وسيلو بڻايو، هي توهان اسان سڀني جو نعرو آهي پوري قوم جو نعرو آهي، گذري ويل، موجود توڙي ايندڙ نسلن جو نعرو آهي ۽ دنيا آهستي آهستي نئين دنيا جي نون لاڳاپن ۾ هر قوم کي پنهنجي پنهنجي وطن ۾ آزاد ۽ خودمختيار ٿي جيئڻ لاء پنهنجي پنهنجي وطن جي نعري ۽ آزاد جهنڊي سميت آزاد رهڻ واري حق کي تسليم ڪرڻ لاء بہ بحث مباحثو ۽ غور ويچار ٿي رهيو آهي. اهڙي دؤر ۾ لازم ۽ ضروري آهي تہ اسان جي زبان تي بہ ڪو زندگي جو نعرو هجي ۽ اسان جي هٿ ۾ بہ ڪو بغاوت جو علم هجي.

چگو جيئي سنڌ

امداد چانڊيو

# تاريخ جي للڪار کي قبول ڪريو

مان سمجهان ٿو ته هن سيمينار ڪرائڻ جو هڪ مقصد آهي ته مونکي ان موضوع مطابق ڳالهائڻ گهرجي، نه ته سيمينار پنهنجو مقصد وڃائي ويهندو.

سڀ کان پهرين مان جي ايس ايف جو ٿورائتو آهيان جن مونکي عزت بخشي آهي ۽ هتي شريڪ ٿيڻ جو ۽ توهان سان مخاطب ٿيڻ جو موقعو فراهم ڪيو آهي.

دوستو!

اسانکي جيڪو موضوع ڏنو ويو آهي، اهو تمام ڏکيو موضوع آهي، ۽ هتي ان جو تفصيلي جائزو وٺڻ ناممڪن آهي ۽ مختصر طور جيڪي موجوده مسئلا آهن، شاگرد سياست ۾ هڪ ڪارڪن طور مان پاڻ شريڪ به رهيو آهيان، تعليمي ادارن سان ۽ شاگرد سياست سان جيڪا وابستگي رهي آهي ۽ ان کان علاوه منهنجو جيڪو ذاتي مشاهدو رهيو آهي، اهو مان پيش ڪندس ۽ انهي ڪري هروڀرو مان اها ڪوشش نه ڪندس ته منهنجو ۽ مخصوص تنظيم جو نقطه نظر توهانجي سامهون اچي اهو هڪ تمام پراڻو دقيانوسي ۽ مدي خارج انداز فڪر آهي، مثلاً جيڪڏهن ڪنهن بيمار جي سڃاڻپ ڪجي ته دوستن جي زهن ۾ اها تقاضا هوندي ته انهي کي نظرياتي بنيادن تي ڏنو وڃي.

ته مان سمجهان ٿو ته هن معاملي ۾ اسانکي بلڪل پوري فڪري آزاديءَ سان ۽ آزادانه سوچ رکندي، ڪنهن مخصوص ذاتي گروهي مفادن کان پاڻ کي پاسيرو رکندي چند ڳالهيون ڪرڻ کپن.

دوستو!

۴ مارچ هڪڙي ابتدا هئي هڪڙي شروعات هئي، سنڌ ۾ شاگرد جدوجهد ۽ انهي سان گڏوگڏ قومي جدوجهد جي هڪڙي ابتدا هئي، جنهن وقت منظم شاگرد جماعتن جو وجود ڪو نه هو ۽ ان وقت ڪي منظم سياسي

پارٽيون موجود هيون جيڪي اڄ جي اصطلاح موجب قومپرست ۽ ترقي پسند پارٽيون سڏجن ٿيون، مونکي ياد آهي تہ جڏهن ون يونٽ جي خلاف جيڪا جدوجهد هلي اسان اسڪول ۾ پڙهندا هئاسين انهي وقت جيڪي خاص ڪري ليڊر هوندا هئا(جن جا نالا اڄ بہ يادگار آهن) انهي وقت اهي جدوجهد جي اڳواڻي ڪندا هئا، اهي شاگرد اڳواڻ اسانجي اسڪولي دوري تي آيا تہ ائين لڳو چڻ وڏا ڪي سياسي ليڊر پهچي ويا آهن، ايتري قدر جو اسانجي علائقي جو هڪڙو چڱو مڙس هيو جيڪو ڪنهن غريب سان هٿ بہ ڪو نہ ملائيندو هو پڇندو بہ ڪو نہ هو، تمام وڏو خانبهادر هو، انهي شاگرد اڳواڻن جي دعوت جو پروگرام ڪيو، انهن جي ماني ڪئي، ايتري قدر انهن جي پذيرائي ٿي.

اها هڪڙي ابتدا هئي ۽ ان جي خاص ڳالھ جيڪا منهنجي نظر ۾ آهي اهي بہ ڳالهيون خاص هيون، هڪڙي تہ هئي ون يونٽ جي خلاف قومي جدوجهد ۽ جذبو، انهي وقت قومي جذبي ۽ قومي جدوجهد يا شعور جي نمائندگي ڪندڙ سنڌ ۾ ٽي ممتاز شخصيتون هيون جن جو سنڌ جي قومپرست تحريڪ يعني قومي شعور تي اثر هيو ۽ اجا تائين بہ آهي محترم سائين جي ايم سيد، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ اسانجو قومي شاعر شيخ اياز اهي اُهي شخصيتون آهن جن جو سنڌ جي نوجوان نسل تي قومي شعور جي تشڪيل ۾ تمام وڏو ڪردار آهي.

۴. مارچ جي تحريڪ جيڪا ڳ هلي هئي ۽ انهي کان پوءِ ون يونٽ جو خاتمو ٿيو، انهي وقت اها تقاضا ڪئي ويئي تہ مخصوص حلقو جيڪو شاگرد تنظيم ۽ سياست کان متاثر ٿي رهيو هو، انهن ڏسڻ ٿي چاهيو تہ اهي شاگرد ليڊر هينئر ڪٿي آهن؟ ۽ وري اسانجا سياسي اڳواڻ ٿي ايرن، پر سماجي ۽ سياسي حالتن جي ڪري اها خواهش پوري نہ ٿي سگهي، بحرحال ائين چئي سگهجي ٿو تہ ۴ مارچ تاريخ جو حصو آهي، پيڙهہ جو پٿر آهي، ۽ سنڌ جي شاگرد سياست سنڌ جي قومپرست سياست جي هڪڙي ابتدائي شڪل هئي ۴ مارچ ۱۹٦۷ جي ڏينهن جيڪڏهن گوليون هليون هيون تہ منهنجي خيال ۾ ڪو بہ شهيد ڪو نہ ٿيو هو، ڇاڪاڻ تہ ڪافي دوستن کي اها خبر بہ ڪانهي تہ ۴ مارچ جي

جيڪا جدوجهد هلي هئي، انهي ۾ لٽ بازي ٿي هئي ۽ دوستن کي تڪليف اها ڪرڻي پئي هئي جو راجپوتانہ جي پرسان پاڻي ۾ وچي ڦاٽا هئا ۽ ظاهر آهي تہ اها انهي وقت وڏي ڳالهہ هئي تہ هيترا شاگرد بسن ۾ چڙهي ڪري شهر ڏانهن ويا پئي، حڪمرانن جي مرضي جي خلاف انهن مظاهرو ڪرڻ ٿي چاهيو، ڪمشنر مسرور جي خلاف ۽ ساڳئي وقت وائيس چانسلر حسن علي عبدالرحمان جي حق ۾ بهر حال انهي واقعي جي تاريخي حيثيت آهي.

انهي کان پوءِ اڳتي جو سفر جيڪو آهي ۽ جيڪي اسان پاڻ شهيد ڪيا آهن. منهنجو مشاهدو اهو آهي تہ ذوالفقار پٽي صاحب جي زمانے ۾ سند جي تعليمي ادارن اندر (Students Organization Patronize) ڪئي ويئي، جيڪڏهن قومپرست تنظيمون هيون تہ انهن جي حڪومت سان وابستگي نہ هئي.

اهو هڪڙو (Historical Fact) آهي ۽ انهي جيترو طاقت ور بنايو ويو، جيتري انهن کي (Authority) ڏني وئي، جيتري سگهہ ڏني وئي جو وائيس چانسلر سائين غلام مصطفيٰ شاه روشن (ان دور ۾ سپاف جو اڳواڻ ) جي ڌمڪي تي ادارو ڇڏي ويو، مان جيڪي هي تفصيل بيان ڪري رهيو آهيان انهي کي ان مخصوص حالتن جي پس منظر ۾ ڏٺو وڃي نہ ڪي موجوده وقت جي منهنجي يا منهنجي تنظيم جي پ يا ڪنهن ليڊرشپ ڏانهن رويي جي حوالي سان.

انهي دور کان پوءِ اهو زمانو آيو جڏهن شاگرد ليڊرن کي چڱيون چڱيون آساميون ڏيئي مصروف ڪيو ويو، روزگار هر ڪنهن جو بنيادي حق آهي، پر اوهان جيڪڏهن ٦ سال جيل ڪاٽڻ کان پوءِ پنهنجو حق بنائڻ لاءِ ٣٧ مونکي ڪجهہ انهي لاءِ ڏيڻ جي پيشڪش ڪئي وڃي ڇاڪاڻ تہ ڪو مون مان جند ڇڏائڻ چاهي ٿو. انهي وقت اها آسامي يا ملازمت قبول ڪرڻ سياسي رشوت آهي تہ سياسي رشوت ۽ ڏيتي ليتي جو زمانو شروع ٿي ويو، ٻي خاص ڳالهہ اها تہ اسانجي تعليمي ادارن ۾ بندوق ۽ ريوالور کان شروعات ٿي ۽ انهي کان پوءِ طاقت استعمال ٿيو، جيڪڏهن ڏٺو وڃي ۽ سچي دل سان جائزو ورتو وڃي تہ انهي طاقت

جو استعمال ٿيو ۽ اسان پنهنجو پاڻ تي ڪيو، هڪڙو (Terror) جو، دهشت جو، طاقت جي استعمال جو ۽ انهي جي ذريعي پنهنجي تنظيم جي بالادستي، پنهنجي مخصوص گروهي ۽ سياسي بالادستي برقرار رکڻ جو رجحان پنهنجي تعليمي ادارن ۾ اسانکي نظر اچي ٿو.

هڪڙي ڳالهہ آئون چوندس سا اها آهي تہ ۷۰ واري ڏهاڪي کان وٺي اڄ ۱۹۹۱ تائين سنڌي شاگرد بحيثيت مجموعي ۽ سنڌ جي شاگرد تنظيم بحيثيت مجموعي، پنهنجي اندر فوجي آمريت مخالف رجحانن کي برقرار رکيو پوءِ اهو مارشل لا جو دور هجي يا انهي کان اڳ وارو گذريل دور هجي، انهي سموري دور جي اندر هڪڙي ڳالهہ جيڪا سنڌي شاگردن جي خصوصيت رهي آهي، تہ انهن آمريت جي خلاف غير جمهوري قوتن جي خلاف پنهنجو مضبوط موقف رکيو ۽ جيل ڪاٽيا ڪافي اسانجا شاگرد دوست، جيئن دودو مهيري آهي،انهي کان سواءِ مرٽاسر هو (اهو بہ شاگردن جي صحبت سبب انهن سان گڏ رهڻ ڪري جيل ويو) انهي کان سواءِ جيئي سنڌ جا ڪافي نوجوان ترقي پسند تنظيمن جا ڪارڪن جن ۳۰ ، ۳۰ ڪوڙا کاڌا تڪليفون ڏٺيون ۽ جيل ڪاٽيا.

هڪڙي ٿي وقت تي حيرت جا ڳالهہ آهي تہ رياستي مشينري، مارشل لا جي مخالفت سبب جيلن ۾ وجهي رهي هئي ۽ بلڪل انهي وقت تي (Exact) انهي وقت تي سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ طاقت ۽ دهشت جو استعمال ڪيو ويو انهي پنهي ۾ ڪيترو ڳانڍاپو آهي؟ انهن ٻنهي ۾ ڪيتري هڪجهڙائي آهي، مان سطحي الزام هڻڻ جو قائل ناهيان جيئن اسان وٽ رواج آهي هن ۾ سامراج جي سازش هوندي، هن ۾ هينئن هوندو، مان مختلف انداز ۾ سوچيندو آهيان، جيستائين مون وٽ ڪا پڪي ثابتي نہ آهي تيستائين مان اهو الزام نہ هڻندس، بهرحال اسانجي شاگرد سياست ايتري تہ (Dissconnect) ٿي ويئي، ايترو تہ زوال پذير ٿي ويئي ۽ ايترو تہ حمايتن کان محروم ٿي ويئي، انهي وقت جڏهن مارشل لا جو زمانو هو، توهانکي ياد هوندو تہ شاگردن اڪثريت ۾ ديوارن جي حمايت ڪئي هئي اصولي طور تي اسين هن جا مخالف رهياسين ۽ مخالفت ڪئيسين پر هن جو بنيادي سبب اهو

هو تہ شاگرد تنظيمن پنهنجي (Community) جي حمايت ڪئي ۽ پنهنجي قوم جي نمائندگي ڪرڻ ڪان وڌيڪ انهن پنهنجي مخصوص گروهي مفادن کي پيمانو ۽ معيار بڻائي ڇڏيو، جنهن جي ڪري شاگردن کي نفرت ٿي ۽ مان سمجهان ٿو تہ اسانکي انهي جو جائزو وٺڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ اسان مان ڪير بہ گهٽو ڪري سچ چوندو ڪونهي، اسان مان سيني جي ڪوشش هوندي آهي تہ چند نقطن تي سچ ڳالهايون (اهو مان ڪنهن مخصوص گروهہ ڏانهن اشارو ڪو نہ ٿو ڪريان) سچ منهنجي مفاد جو هجي، جيڪڏهن اسان اها پاليسي برقرار رکي تہ پوءِ مان سمجهان ٿو تہ سنڌ جي شاگرد، سنڌ جي نوجوان ۽ سنڌ جي محنت کي تمام گهٽو نقصان پهچندو، جنهنجو ڪاٿو ئي نٿو لڳائي سگهجي، تعليم جي ميدان ۾ سنڌي شاگرد ڪيڏا وڏا نقصان ڪاڏا آهن، ڪيترا سال وڃايا آهن.

ڪنهن زماني ۾ شاگرد تنظيمن کي سٺو سمجهيو ويندو هو ۽ ڪو وقت اهڙو آيو جڏهن انهن کي وبال جيان سمجهيو ويو، انهي جي ڪري دوستانہ نموني سان پائيچاري جي انداز سان، سمجهڻ ۽ سمجهائڻ واري طريقي سان، اسانکي مخصوص انداز ختم ڪرڻو پوندو، انهي جي ڪڏهن بہ حمايت نٿي ڪري سگهجي، مثلاً اسان وٽ ڪنهن زماني ۾ اهو مثال ڏنو ويندو هو، جو ڪامريڊ حيدربخش جتوئي هڪڙو شعر لکيو. "ڇڏي ڏيو امتحانن کي وڏي هڪ امتحان خاطر" مان سمجهان ٿو هن وقت دنيا ٢١ صدي ڏانهن وڃي ٿي ۽ هن چيلينج واري زماني ۾ ڪنهن بہ قسم جي ٺلهن نعرن جذباتيت يا پنهنجي هٺ ٺوڪين نظرياتي بحثن سان انهي چئلينج کي منهن نٿو ڏيئي سگهجي، هينئر نئون زمانو آهي، نيون حقيقتون آهن جن سان توهانکي (Face) ڪرڻو آهي، توهانکي ۽ اسانکي انهي آفيمي زهر منجهان نجات وٺڻي آهي، جيڪا ڪنهن بہ نموني سان اسانکي پنهنجي سماجي تعليمي قومي ۽ سياسي ذميوارين کان بي گانو ڪري. انهي ڳالهہ جو مان پاڻ خود ذميوارآهيان تہ اسان پاڻ ڳالهيون ئي بهتر ڪندا آهيون، اسان چاهيون ٿا تہ شاگردن کي تعليم ڏانهن ڏيان ڏيڻ گهرجي، ايئن هجڻ گهرجي پر ايئن ڪرڻ سان مخلص ڪو نہ آهيون تہ اهو جيڪو تضاد آهي، اسانجي واڌاري، سڌاري ۽ بقا

جي جنگ لاءِ تمام گهڻو نقصان ده آهي، اڄ شاگرد تنظيمن جي اتحاد لاءِ ڳالهه ڪئي پئي وڃي، واقعي توهين چاهيو ٿا ۽ ضرورت آهي ته پوءِ اتحاد ٿيڻ گهرجي پر انهي جو اهو مطلب ناهي ته پنهنجي تعليم ڏانهن ڌيان نه ڏيو ۽ سياسي نظرين جي ڪري ميڊيڪل سائنس جي اهميت گهٽائي ڇڏيو، هڪڙو ماڻهو آهي انهي کي ڊاڪٽر ٿيڻو آهي ۽ اهو پڙهندڙ ڪو نه ڪاپي ۽ سفارش تي گذارو ڪندو ته پوءِ اسانجو سماج ڪهڙي ترقي ڪندو اڄ جي تمام بخت قسم جي مقابلي جي زماني ۾ ته اهو ڊاڪٽر واقعي ماڻهن جو علاج ڪري سگهندو؟ جيڪو حقيقي معنيٰ ۾ مسيحا ثابت نه ٿي سگهندو، هڪڙي بهترين انجنيئر ٿيڻ لاءِ بلڪل انهي کي (انجنيئرنگ سائنس) ۾ مخصوص ( Technology) ۾ عبور حاصل ڪرڻو پوندو ۽ توهانکي پنهنجي دماغ مان اها ڳالهه ڪڍي ڇڏڻ کپي توهانکي اها سوچ نه رکڻ کپي ته سڀ ذميواريون توهان تي هونديون، ازهان ساڳئي وقت ڊاڪٽر به هوندا ته سياستدان به هوندا، انهي ۾ اوهان پليل آهيو، اهي سڀ گدرا مٺ ۾ جهلڻ جون ڳالهيون آهن. انهيءَ جو حشر ناڪامي کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪونهي، انهيءَ جي ڪري اوهان مخصوص فيلڊ ۾ اچو.

مان شاگرد سياست ڪئي آهي مون سان گڏ ڪافي دوست هئا جن مون سان گڏجي اهو ڪم ڪيو اسان جدوجهد به ڪئي، جنهن زماني مان اسان گذريا آهيون اسانجو ڪو خراب رڪارڊ به ڪونهي، (ائين چوڻ نه گهرجي، تڏهن به) هن وقت اسانکي ايڪويهين صدي جا ٻه وڏا چئلينج آهن، هڪڙو چئلينج عالمي سسٽم ۾ بين الاقوامي برادري ۾ هڪ ڪميونٽي جي طور تي (Survive) ڪرڻ ۽ هڪ ڪميونٽي طور تي (Competition) ڪرڻ جو مسئلو آهي، ٻيو وڏي کان وڏو چئلينج آهي، جنهن کي گهٽائي نٿو سگهجي جيڪو اندروني چئلينج آهي، اهو اندروني چئلينج ٻه ٻن حصن ۾ ٿيندو، توهانکي پنجاپين سان ڪامپٽيشن ڪرڻو آهي، پٺاڻن سان ڪرڻو آهي، بلوچن سان ڪرڻو آهي، پلي نظرياتي پائر هجن سڀ ڪجهه هجن پر چنا پيئي ۽ اسٽينڊرڊ موجب جيڪا ميرٽ آهي انهي مطابق اسانکي پاڪستان ۾ پنهنجو حصو ۽ حق وٺڻو آهي. انهي کان پوءِ وڏي ۾ وڏو جيڪو ٻيو چئلينج آهي جيڪو

تمام (Major Challenge) آهي ۽ شروع ٿي چڪو آهي، اهو آهي سنڌ ۾ ڌارين آبادين جي موجودگي ۽ انهن جي طرفان اسانجي خلاف ۽ اسانجي مقابلي ۾ جيڪو هنن جو اڻين چئو تہ انهن جو هڪڙو سسٽم ٺهيل آهي، هنن وٽ سدائين فرسٽ ڪلاسز اچن ٿا، هنن وٽ تعليمي ادارا بهترين آهن، هنن جي پيٽ ۾ اسان سيني کان وڌيڪ مظلوم آهيون ۽ انتهائي بهترين جيڪي تعليمي سهولتون آهن اهي شهري ماڻهن کي حاصل آهن ۽ شهري ماڻهن مان مراد سنڌي ماڻهو ڪونهن، اهو هڪڙو (Fact) آهي، انهي چئلينج سان اسان ڪيئن منهن ڏيئي سگهنداسين ۽ انهيءَ جي لاءِ ڪوٽا سسٽم کي ختم ڪرڻ جي سازش ڪئي وئي آهي ۽ جي سازش ڪامياب ويئي تہ پوءِ اسان ڇا ڪنداسين...! اهو اجا تائين برقرار آهي ۽ انهي کان پوءِ زور اسانجو ڪوٽا تي آهي، اسانجو پنهنجو زور ميرٽ تي نہ آهي، هڪڙي ڳالهہ مونکي تمام گهڻي تڪليف ڏئي ٿي جو مان ڏسان ٿو (ڄامشوري جو تعليمي ماحول اهڙو آهي جو سڀ ڳالهيون وسريو ٿيون وڃن، ليڪن سواءِ گهمڻ ڦرڻ ۽ تفريح جي يا ٿورن گهڻن وارن ٺيڪ ڪرڻ جي انهي کان علاوه ٻيون ڪافي ڳالهيون وسري ٿيون وڃن) منهنجو پنهنجو مشاهدو آهي، اسانجا جيڪي ٻار پڙهن ٿا، پرائمري ۾ انهن کي ڪجهہ ڪونہ ٿو اچي جيڪي استاد آهن، اهي پڙهائڻ کان جواب ڏيو وڃن، تعليم جي ميدان ۾ حرامخوري عروج تي آهي ۽ خاص ڪري سنڌ ۾. انهي ڪري مان چوان ٿو تہ جيڪا وڏي دشمني ٿي رهي آهي ۽ اسان دشمني ڪري رهيا آهيون اها اها تہ تعليمي ميدان ۾ اسانجا شاگرد پڙهڻ لاءِ تيار ڪونهن اسانجا استاد پڙهائڻ لاءِ تيار ڪونهن ۽ اسانجو زور انهي تي آهي تہ وڌيڪ (Source) ڪونهن پر مان چوان ٿو تہ جيڪي سورسز آهن انهي مان اسان ڪهڙو فائدو وٺي رهيا آهيون هيڏي ساري سينٽرل لائبريري آهي، ڇا انهي ۾ اسان پڙهڻ ويندا آهيون ۽ اسانجا جيڪي ميڊيڪل ۽ پروفيشنل ادارا آهن انهن مان اسان ڪيترو فائدو ورتو آهي؟ تہ اساجي اڄو وقت جو چئلينج آهي ۽ اسان سيني جي سامهون آهي، انهي جي وڏي ۾ وڏي تقاضا آهي تہ انهي تعليمي حرامخوري جي خلاف جدوجهد ڪئي وڃي ۽ اسانکي سڀ سياسي تنظيمي

قربانيون ڏيئيون ٿيون پون، ڇاڪاڻ تہ سياسي پارٽيون آهن انهن جو ڪم آهي اسٽوڊنٽس معنيٰ (They have to lead their students' movement) ۽ اسان سڀ ڪم ذميواريون پاڻ تي هٽندا آهيون ۽ انهن کي پنهنجي اسٽيڪرن ۾ آٽيندا آهيون ۽ بيان جاري ڪندا آهيون.

جيڪڏهن ڪو باضمير آهي ۽ جيڪڏهن واقعي پنهنجي عوام جو پنهنجي مسڪين ماڻهن جو پنهنجي قوم جو ڇوٽڪارو هڪڙو شاگرد هڪڙو نوجوان چاهي ٿو تہ مان سمجهان ٿو تہ هن کي اهو احساس ڏيارڻ ئي ڪافي آهي تہ هو جنهن علائقي ۾ رهي ٿو جتان جو آهي، اتي پنهنجي ماڻهن جي خدمت ڪري ۽ انهن جي اڳواڻي ڪري ۽ ضروري ناهي تہ سدائين اڳواڻي ڪري، جو هتي پيا بہ ماڻهو ڪم ڪن ٿا، جيڪي وڏيڪ ڪم ڪري رهيا آهن انهن سان سهڪار ڪيو وڃي انهن سان تعاون ڪيو وڃي اهي سڄيون ذميواريون اسان پنهنجي شاگرد دوستن تي رکندا آهيون يا پنهنجو پاڻ تي رکندا آهيون ياسر عرفات جو رڪارڊ مونکي ٽوڙڻو آهي ۽ نوبل پرائيز حاصل ڪندڙ عبدالسلام بہ مونکي ٿيڻو آهي ۽ سياست ۾ جيڪا ڪاميابي آهي اها بہ مونکي حاصل ڪرڻي آهي، گورباچيف مان پاڻ آهيان هاڻ هڪ ئي وقت ماڻهو گورباچيف، صدام حسين، ياسر عرفات ۽ عبدالسلام نٿو ٿي سگهان، اها هڪ زندگي جي تلخ حقيقت آهي، اوهانکي هڪڙو ڪم ڪرڻو پوندو، پنهنجي سموري زندگي ۾، باقي هاڻي ڪي اهڙا جينس ۽ ٽيلنٽيڊ ماڻهو هوندا ڪامريڊسوڀي گيانچندانيءَ سان ڪچهري ڪندا آهيون تہ ڳالهہ هڪڙي هلندي آهي تہ وري پٺي ۾ پوندو آهي وري ٽين ۾ اسان پيا ڦرندا آهيون پيو گهمائيندو ڦيرائيندو آهي ٺيڪ آهي معلومات جي حد تائين ڄاڻ جي حد تائين تمام وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪري سگهون ٿا، وڌيڪ معلومات حاصل ڪري سگهون ٿا پر ڳالهہ آهي تہ ڪا (Specific field) توهانکي ضرور اختيار ڪرڻي پوندي ۽ ڇاڪاڻ تہ هي فنڪشن ميڊيڪل ڪاليج ۾ ٿي رهيو آهي تہ مان سمجهان ٿو تہ (اسانجا دوست آهن) ڊاڪٽري جيڪا آهي سا اڄ ڪلهہ منافع بخش واپار ٿي ويئي آهي، جيترو سينيئر پروفيسر آهي، اوترو وڏو

ڪاسائي بنجي ويو آهي ۽ اها هڪ تلخ حقيقت آهي(تاڙيون).

ڪنهن به معاشري جي زوال جي وڏي ۾ وڏي اها ئي ڳالهه هوندي آهي جو اتي خلق جي خدمت، سوشل سروس ۽ فلاح بهبود جو جذبو ختم ٿي وڃي ۽ هر ڪم منافي ۽ واپار جي لعنت بڻجي وڃي، جيڪڏهن اها ڳالهه طاقت ۾ اچي وينديي ته پوءِ ماڻهو ڄام صادق علي بڻجي ويندو (تاڙيون).

ماڻهو غائب آهن، اسيمبلي ميمبر گم آهن، وڏي دليري سان چئي ٿو ته پاڻ گم آهن، منهنجو ته ڏوهه ئي ناهي، پاڻ ئي پاڻ کي روپوش ڪهڙو ماڻهو ڪندو ۽ انهي ڪان پوءِ اسان نمائندا آهيون اسان سنڌ جيڪو استحڪام آندو آهي سو ڪنهن به ڪونه آندو، سنڌ ۾ جيڪو استحڪام آهي سو به شهرن ۾ انهي جي ڪري آهي جو ان ۾ جيڪي ايم ڪيو ايم جا دهشت گرد ملوث آهن، اهي حڪومت ۾ وزير ٿيا ويٺا آهن ته ظاهر آهي، جڏهن انهن جي ڊيوٽي تبديل ٿيندي ته پوءِ دهشت گردي ڪير ڪندو، باقي ٻاهراڙي ۾ سنڌي ماڻهو جتي وڏيڪ آهي اتي جيڪا بد امني آهي ۽ جيڪا صورتحال آهي جو اسين جيڪي هتي ويٺا آهيون، مير (ٽيپو) جهڙا مسڪين ماڻهو اهو به ڌاڙيلن جو شڪار بڻجي ويو، جيڪو ڌاڙيلن جو تجزيو ته ڪري سگهي ٿو، پر سوچي به نٿو سگهي ته ڌاڙيلن جي دنيا ڪهڙي ٿيندي آهي، ايتري جيڪا بد امني آهي، ان ڪان پوءِ( Political Victimisation ) ۽ ( Political Curruption ) سياسي رشوتون وزارتن جي نالي ۾ پين نالن ۾ جيڪي هن دور ۾ آهن اهي پنهنجي عروج تي آهن ته اهڙي ئي نموني هڪڙو اهو (Way of Politics) آهي سياست جو هڪ انداز آهي هاڻ انهي ۾ ڪافي ماڻهو ڄام صادق علي ٿيندا، (چيف منسٽر) ٿيندا ۽ انهن جا پنهنجا هڪڙا مقصد آهن، پر ڳالهه اها آهي ته ڄام صادق علي جهڙا ماڻهو وڏن يا نه وڏن اسانکي هنن جي انهيءَ وزارتن جي پگهار تي به اعتراض ڪونهي ڪاٿڻ تي به اعتراض ڪونهي اصل ڳالهه اها آهي ته هنن کي سڄي قوم جي قومي حقن سان دلچسپي ڪانهن ته سنڌ جو جيڪو

مستقبل آهي يا سنڌ اڄ جنهن شديد للڪارن جي صورتحال کي فيس ڪري رهي آهي انهي کي منهن ڏيئي رهي آهي، خاص ڪري تعليمي ميدان ۾ سنڌ کي تمام گهڻو نقصان پئجي رهيو آهي، انهي جو اسانکي احساس ڪرڻ گهرجي ۽ اسان جا جيڪي اڳواڻ آهن، جيڪي پوليٽيڪل ليڊرس آهن انهن کي به اهو احساس ڪرڻ گهرجي، اسان ڪارڪن آهيون اسان ورڪر آهيون نڪو اڳي پاڻ کي اڳواڻ سمجهيوسون ۽ نه هاڻ سمجهون ٿا، اهڙي ڳالهه ناهي ۽ اسان وٽ اها جيڪا مدح سرائي ٿيندي آهي يا مبالغه آرائي مان ڪم وٺندا آهيون ۽ سنڌ جي شاگرد سياست ۾ تمام گهڻو پاڻ کي وڏائي چڙهائي پيش ڪرڻ اها اسانجي ريت رواج ۾ شامل آهي، جنهن تي اسان خوش ٿيندا آهيون ۽ انهي تي اسان تاڙيون وڄائيندا آهيون، پر هاڻي اهو وقت اچي ويو آهي، جڏهن اسانکي هڪ باشعور سنڌي جي حيثيت ۾ باشعور قومي شعور رکندڙ جاڳرتا رکندڙ احساس رکندڙ ۽ پنهنجي قوم جي لاءِ فلاح و بهبود جو جذبو رکندڙ ماڻهو آهيون اسانکي سجاڳ ٿيڻ کپي ۽ اسانکي انهي شديد (Chalanges) لاءِ پاڻ کي تيار ڪرڻ کپي، مثلاً شاگرد تنظيمون ۽ انهن جي جيڪا سياست آهي انهن جو به هڪڙو معيار ٿيندو ۽ موجوده جيڪو سيمينار آهي، انهن جو به هڪ (Universal) هڪ بين الاقوامي ڏانءُ هوندو، سيمينار جو طريقو ڇا هوندو آهي، اهي به اسانکي سکڻا پوندا.

انهي ڪان پوءِ آخر ۾ اسان ڪنهن نتيجي تي پهچون پر هڪڙي جيڪا هتي اٿون مختصر ڳالهه ڪندس جيڪو منهنجي سچي ڳالهه جو مقصد آهي، اهو هي ته شاگرد سياست جي پراڻي تصور ۽ رجحان کي تبديل ڪرڻ جي ضرورت آهي جيڪڏهن اسان اڃان تائين پنهنجو پاڻ ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ تيار نه آهيون پنهنجي ذات ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ تيار نه آهيون پاڻ کي تبديل ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيو ۽ سدائين اهو چوندا آهيون ته منهنجو ڏوهه ڪونهي ڏوهه فلاڻي جو آهي ۽ اهو تمام سولو آهي ته ماڻهو پنهنجي ذميوارين کي نڀايو وڃي جيڪڏهن انگريزي نٿي اچي ته بابا! سنڌي ٻولي، قومي ٻولي انگريزي جي ڪهڙي ضرورت، اسانجي

ڪا ٻولي گهٽ آهي ڇا، تنهن ڪري تمام سطحي انداز ۾ اسان انگريزي زبان جي اهميت ۽ انهي ڪي بہ نظر انداز ڪندا رهيا آهيون، سنڌي ڏکي ٻولي آهي، تاج جويي جهڙو ماڻهو بہ مس مس وڃي انهي پوزيشن تي پهتو آهي نہ تہ (توهان جا همراهہ) ڪي نوجوان تہ سنڌي جي پرچي ۾ بہ ناڪام ٿي ويندا آهن، پر سنڌي پروفيسرن ۽ استادن جي بنيادن تي ڪاميابي ماڻيندا آهن، ڇاڪاڻ تہ سنڌي ٻولي ۾ ڏکي ۽ دقيق ٻولي آهي، انهي ۾ بہ جيڪو ( Expert) ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو انهي لاءِ بہ محنت جي ضرورت آهي.

ٽي چار ڳالهيون جيڪي منهنجي زهن ۾ آهن انهن مان هڪڙي ڳالهہ اها آهي تہ اسانجو تعليم ڏانهن جيڪو رويو آهي، انهي ۾ هڪڙي بنيادي تبديلي آڻڻ جي ضرورت آهي ۽ ٻي ڳالهہ تہ اسانکي پاڻ ۾ صلاحيت پيدا ڪرڻي پوندي جيڪڏهن اسان مقابلو ڪرڻ چاهيون ٿا، ان کان سواءِ ۽ ٽين خاص ڳالهہ اها آهي تہ اسانکي محنت ۽ جفاڪشي سان امتحان ڏيڻو پوندو، ڇاڪاڻ تہ اسان ڪوشش ڪندا آهيون تہ هر ڪم اهڙو ڪيون، جنهن ۾ محنت نہ ڪرڻي پوي ۽ اهوجنرل لائين جو هڪڙو حصو آهي، سروس بہ اهڙي وٺجي جنهن ۾ تمام گهٽ ڪم هجي (جيڪو اسان مان تمام گهڻا ڪندا آهن) يا اهڙي هجي، جنهن ۾ رڳو اٽينڊنس وڃي هڻجي ۽ پگهار ڪڻجي ضروري آهي ڇا تہ ماڻهو وڃي بيلدار ٿي ۽ پوءِ ٺيڪيدار ڪندو وتي !! هاڻ اها جيڪا ڪم چوري محنت کان جيڪو ڀڄڻ آهي، انهيءَ رجحان کي جيڪڏهن اسان ختم نہ ڪيو تہ مان توهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ اسان ڪجهہ بہ ڪري ڪو نہ سگهنداسين اسان وڏا وڏا سياسي فيصلہ ڪرڻ کان پوءِ ڪاميابي ڇو نٿا ماڻي سگهون؟ اسانکي هڪڙو مخصوص منظم گروپ پنهنجي سياسي راهن تان هٽائڻ ۾ ڇو ٿو ڪامياب وڃي ۽ اسانکي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب وڃي انجو بنيادي سبب اهو آهي تہ اسين محنت ۽ جفاڪشي سان ( Clear Mind ) چٽو زهن رکي ڪَري اسان نڪو پاڻ انهي رستي تي ويا آهيون نڪو پنهجي قوم کي انهي رستي تي وٺي وڃڻ جي ڪوشس ڪئي آهي.

هند ۾ مهاتما گانڌي جهڙي شخصيت پيدا ٿي جيڪو ڪوڙهه جي مريضن کي وهنجاريندو هو، ايترو وڏو عالمي رهنما جو سائين جي ايم سيد لکيو آهي ته انجي پئيان ايترا ماڻهو هئا، جيترا پنهنجي وقت ۾ ڪنهن پيغمبر جي پنيان به نه هئا ته انهي ( Caliber ) جو ماڻهو تمام سادي زندگي گذاريندو هو، ٻڪري جو کير پيئندو هو ۽ تمام سادو رهندو هو، جنهن کي اڄ جي پٺاني تي ڏسجي ته مان سمجهان ٿو ته هڪڙي درويش ماڻهو کان وڌيڪ اهميت نه ڏيندؤ پر اهو ماڻهو جنهن (Sub-Continent) کي جاڳايو، جنهن هندستان جي تحريڪ آزادي ۾ روح ڦريو اهو ماڻهو ڪانگريس ۾ چئن پئسن جو ميمبر هوندو هو پر سڄي ڪانگري تي ڀاري هوندو هو ۽ انهي ماڻهو کي پنهنجي وطن ۽ قوم جو احساس هو(تاڙيون) خان غفار خان پختونخواه جو ڳوٺ ڳوٺ گهميو ۽ ايتري قدر جو پختونن ۾ جيڪي پاڻ ۾ جهيڙا ٿيندا هئا ته انهن جا فيصلا ڪرائيندو هو، انهن کي وڃي چوندو هو ته پاڻ ۾ نه وڙهو عبدالحميد ڀاشاني جي نظرين سان، ان جي خيالن سان اختلاف رکي سگهجي ٿو، اهو ماڻهو جنهن بنگلاديش جو ڳوٺ ڳوٺ گهميو (اُڪرو پرجي نه سگهيو) اسان پنهنجي قوم جي بهتري لاءِ اسان ڪافي باضمير سياست ڪئي آهي، ۽ اڃان تائين ڪري رهيا آهيون، پر اها حقيقت آهي ته اسان پنهنجي قوم جا حقيقي نجات دهنده ٿيڻ ۾ ناڪام ويا آهيون اسان پنهنجي معاشري پنهنجي قوم جي حقيقي نجات ڏيارڻ جون ڳالهيون ڳالهيون ڪندا رهيا آهيون پر اسان ڪڏهن به ڪنهن بيمار کي اسپتال ۾ داخل ڪو نه ڪرايو آهي .صحيح معنيٰ ۾ جيڪڏهن ڏسجي ته انهن جي لاءِ اسان انسٽيٽيوشن نه ٺاهي سگهيا آهيون اسان مان ڪو عبدالستار ايڌي پيدا نه ٿي سگهيو آهي، اهو هڪڙو وڏو چئلينج آهي، سنڌي قوم کي، مان اهو واضح ٿو ڪري ڇڏيان، سنڌي قوم پنهنجي اقتصادي ترقي کان سواءِ ۽ جيڪو سماجي انتشار سنڌ ۾ موجود آهي سياسي انتشار ڇاڪاڻ ته (هينئر سائين جي ايم سيدسان سن ۾ ملاقات ٿي هڪ دوست کي مون چيو ته اسان سائين سان ملندا آهيون پنهنجي پارٽي جو تعارف ڪونه ڪرائيندا آهيو، انهي ڪري جو جڏهن

اسان ملندا آهيون تہ اسانکي خبر ئي ڪونہ هوندي آهي تہ ٻي دفعي جڏهن سائين سان ملجي تہ متان پارٽي جو ٻيو نالو هجي انهي ڪري چوندو آهيان تہ سائين امداد چانڊيو، سڪرنڊ ڪان مير ٽيپو جي سلسلي ۾ آيا آهيون مهرباني ڪريو، جيڪڏهن ڪا ڪوشش ٿي سگهي تہ، مطلب نہ ڪن سياسي پارٽين جو اهڙو حساب آهي، پنهنجو پاڻ کي مان چوان ٿو پنهنجا پاڻ ۾ ويڙا آهيون) جيستائين اقتصادي ۽ سياسي انتشار آهي، جيڪڏهن تفرڪو آهي ۽ اسان ڪوشش ڪنداسين تہ هڪ ٻئي کي شڪست ڏيون مثلاً اسان اختلافن جو شڪار ٿيا آهيون اسان ۾ بہ هڪ ٻئي جي خلاف ڌاڙا بندي ٿي آهي اهڙي نموني سان هينئر وري ٻيا ٿيا آهن، يا ٿي رهيا آهن، شعر پليجي جو پڙهون ٿا پر پليجي سان گڏ ناهيون يا تہ پليجي ۾ اهاصلاحيت ناهي جو گڏ وٺي هلي يا وري اسانکي ڪنهن ٻي شي جي ضرورت آهي، ڳالهائڻ بہ اسانجو ساڳيو آهي اسٽائيل بہ ساڳيو آهي پر اسان گڏ ناهيون اهڙي نموني سان جيڪڏهن پڇندو، سياسي پارٽين جي ليڊرشپ ڪان تہ متحد ڇو نہ ٿا ٿيو....؟ مان تہ اعلان ٿو ڪريان تہ بابا جيڪو پاڻ ۾ ڏيتي ليتي جو چڪر ٿيندو آهي يا انهي حصي پتي جو مسئلو ٿيندو آهي، اسان ٻانهون ٻڌيون سيني ڪان موڪلايو تہ اسان خادم آهيون، ڪم ڪرڻ لاء پوء جيترو پڳو.

انهي ڪان پوء ڪوشش ٿي رهي آهي پرئيڪٽس ٿي رهي آهي تہ اسان سياسي طور منتشر رهون، هاڻ هڪڙو معاشري ۾ انتشار موجود آهي ۽ ٻيو سياست ۾ موجود آهي انهي انتشار کي ختم ڪرڻ لاء جرئتمندانہ قدمن جي ضرورت آهي ۽ هڪ مظبوط سياسي قوت بنجڻ جي ضرورت آهي ۽ هڪ مظبوط سياسي قوت بنجڻ لاء مظبوط اقتصادي قوت بنجڻ جي ضرورت آهي ۽ ان جو مقصد اهو ناهي تہ مان مظبوط ٺيڪيدار بڻجي مظبوط ٿيان. تنهنجي معنيٰ آهي تہ اسانجي قومي اقتصاديات، پاڪستان جي دائر ۾ جيڪا اقتصادي ترقي ٿي رهي آهي انهي ۾ سنڌي هڪڙي اقتصادي قوت بڻجن ۽ هڪ ڪمرشل ۽ انڊسٽريل فورس بڻجن ۽ ساڳئي وقت اهم ڳالهہ اها آهي تہ سنڌي بحيثيت هڪ قوم جي انهن جو بهترين تعليمي ريڪارڊ هجي، هو

پنهنجي صفن مان دنيا آڏو بهترين (Talented) نوجوان پيش ڪري سگهون، خلابازن تائين اسان پنهنجا خلاباز دنيا آڏو پيش ڪري سگهون، اسانکي جنگ ۾ حصو وٺڻ کپي انهي (Challenge) کي قبول ڪرڻ کپي ۽ مان سمجهان ٿو ته جيڪڏهن اسان متحد هجون ۽ اسان واقعي انهي ( Reality) کي قبول ڪريون ۽ پنهنجو پاڻ کي بدلايون ته اسان موجوده للڪارن جو مقابلو ڪري سگهون ٿا ۽ سنڌي قوم باوجود انهن ڌارين قوتن جي موجودگي ۽ ڌارين سامراجي قوتن جي سازشن جي ۽ پاڪستان ۾ سنڌي قوم کي ( Isolated ) ڪرڻ تنها ڪرڻ ۽ هن کي الڳ بيهارڻ جي ڪوشش کي اسان ناڪام بڻائينداسين ۽ اسين ڪامياب ٿي سگهون ٿا، اوهانجي وڏي مهرباني (تاڙيون).

تاج جويو

# شاگرد جدوجهد، پس منظر، پيش منظر

۴ مارچ نہ رڳو سنڌ جي شاگرد سياست جو اهم ڏينهن آهي، پر سنڌ جي قومي جدوجهد کي هڪ نئون رخ ڏيڻ وارو ڏينهن بہ آهي، ڏسڻو اهو آهي تہ ۴ مارچ ۱۹٦۷ع کان هن وقت تائين جيڪا شاگرد سياست ٿي آهي يا جيڪا قومي تحريڪ هلي آهي، ان ۾ مثبت پهلو ڪهڙا آهن ۽ ڪهڙا منفي پاسا اسانجي آڏو آيا آهن، جن اسان کي اسانجي جدوجهد کي نقصان رسايو آهي ۽ اسانکي انهن منفي پاسن ۽ نقصانن کان جند ڇڏائي پنهنجي قوم جي رهبري ڪرڻي آهي.

دوستو

آئون اها بہ وضاحت ڪريان تہ سنڌ جي شاگرد جدوجهد ٦٧ کان شروع نہ ٿي آهي، پر ۳۰-۱۹۲۱کان شروع ٿي آهي، جڏهن حشو ڪيولراماڻي، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي پنهنجي ترقي پسند شاگرد سياست جي ابتدا ڪئي هئي ۽ ان جو ٻيو دور ۵۵-۱۹۵۴ ۾ جڏهن بنگال ۾ ٻولي وارو مسئلو ٿيو، ان کان متاثر ٿي اسانجو شاگرد جيڪو اڳتي هلي اسانجو دانشور بہ ٿيو، تمام گهڻا دانشور ٿا، جيڪي هن وقت ماٺ آهن پر اهي ان ۵۵-۱۹۵۴ع ۾ ٻوليءَ واري مسئلي ۽ ون يونٽ جي ابتدا جي ذريعي پيدا ٿيا، اهو شاگرد جدوجهد جو اهو موڙ هو، جنهن جدوجهد جي پڙيان سائين جي ايم سيد، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، شيخ اياز، محمد ابراهيم جويو، سوڀو گيانچنداڻي ۽ ان قسم جي سياستدانن ۽ اديبن جو هٿ هو، ۽ انهن سياسي ۽ قومي جاڳرتا جاڻ ۽ نظرياتي شعور، جيڪو هنن پنهنجي وسيلي اسانکي ڏنو ٦۷ واري شاگرد سياست جي اهم موڙ کي جنم ڏنو، ڪن ماڻهن جي نظر ۾ يا ۴ مارچ جي ڪن ڪردارن جي نظر ۾ ۴ مارچ ۱۹٦۷ع جي جدوجهد صرف حسن علي عبدالرحمان کي بحال ڪرائڻ ۽ مسرور

ڪمشنر ڪي هٽائڻ تائين محدود هئي پر ائين نہ هو، ان وقت بہ سنڌ جي شاگرد جدوجهد ۾ ڪجهہ دوست اهڙا هئا، جن ان جدوجهد ڪي پاڪستان جي ملٽري ۽ سول بيوروڪريسي جي خلاف ۽ گڏوگڏ سنڌي قوم جي ڪسيل تشخص ڪي وسيع قومي تحريڪ جي روپ ڏيڻ وارو مادو ۽ جذبو انهن دوستن ۾ موجود هو، انهن ڳالهين ڪي جيڪي انهن ڏينهن جا دوست ۽ ڪي ڪردار رد ڪن ٿا، آءٌ سمجهان ٿو اهي ان جدوجهد سان انصاف نٿا ڪن، هونئن تہ قومي تحريڪون جڏهن پنهنجي ابتدا ۾ هونديون آهن، يا انهن جو جذباتي مرحلو جڏهن ايندو آهي، تڏهن هو، هيرن سان جڙنديون آهن، ان لاءِ جيڪي اهڙا ڪردار اهڙا هيرا پيدا ڪندا آهن، جن جي ذريعي ماڻهن ۾ قومي جذبو پيدا ٿئي ائين ڪٿي چٽو تہ سراج جو ناول (پڙاڏو سوئي سڏ) يا ان جون پيون لکٽيون، تہ انهن جهڙا ڪردار پيدا ڪيا ويندا آهن، پر جڏهن تحريڪون جدوجهدون، پختگي اختيار ڪنديون آهن، تہ ساڳي ليکڪ کي "مرڻ مونسين آءٌ" لکڻو پوندو آهي، جنهن ۾ گڏيل سياست ۽ گڏيل جدوجهد جو تصور هوندو آهي.

۴ مارچ جي جدوجهد ۾ ڪجهہ اسان جا دوست جيڪي هيري جي روپ ۾ ايريا اسانجي نوجوانن، اديبن ۽ اسانجي ماڻهن انهن کي ديو مالا جو ڪردار ڪري پيش ڪيو.

آءٌ سمجهان ٿو تہ انهن ڏانهن اسانجي تنقيدي نظر ۽ انهن جو احتساب وارو جذبو اسان ۾ نہ هئڻ ڪري، انهن هيرن مان گهڻن سنڌ جي قومي تحريڪ سان غداري ڪئي، سنڌ جي قومي تحريڪ قومي جي تحريڪ پاڪستان جي سول ۽ ملٽري نوڪر شاهي جي نظام جي خلاف هئي، ۽ ان ۾ قومن جي آزاديءَ وارو تصور هو، پر هنن ان سياست ۾ وچي پاڻ کي وچڙايو جيڪا سياست قومن جي وجود کان منڪر هئي، هنن انهن پارٽين ۾ شرڪت ڪئي، هنن مان مقصد اهو ناهي تہ سمورن پر ڪجهہ ڪردارن (جن پنهنجن لکٽين ۾ پاڻ کي وڏو ڪردار جاڻايو آهي) انهن پ پ ۷۲ واري يا ۷۳ واري روپ، جنهن جي ۷۳ واري آئين ۾ سنڌي قوم جي وجود جي نفي پئي ڪئي، انهن ۾

هنن شرڪت ڪئي ۽ پنهنجي قومي تحريڪ سان ويساهه گهاتي ڪئي،
آءُ سمجهان ٿو تہ اسان سنڌي ماڻهن جي جذباتي لڳاءُ سبب بہ ڪين
انهن ڪردارن نقصان رسايو ۽ ان وقت جي شاگرد سياست جيڪا اڳتي
هلي قومي سياست جي ابتدا ڪندڙ پارٽين جي جنم جو سبب بڻي، مثلاً
سنڌي عوامي تحريڪ بہ ان قومي جدوجهد ڪان پوء جنم ورتو ۽ ان
قسم جو پيون جيڪي بہ سنڌ جي قومي سياست ڪندڙ جماعتون
اسريون انهن مان اسان ڏسون ٿا تہ انهن جي فڪر ۾ اهي ديو مائي
ڪردار نہ رهيا ۽ گڏوگڏ اسان جو اهو اديب دانشور جيڪو انهن کي
اپاريندو آيو، جڏهن ون يونٽ ٽٽي پيو، هو ان ون يونٽ کي ٽٽڻ ۾ منزل
سمجهي ويٺو سنڌ جي قومي بحالي، سنڌ جي آجپي جو تصور هن وٽ ون
يونٽ جو ٽٽڻ هو، ون يونٽ داخلي ٽٽو، هن جي جدوجهد سانت ڪري
وئي هنن جي لکڻين جو ست موڪلائي ويو خصوصن بنگلاديش جي
جدوجهد ڪان پوء هنن ماڻهن ساڳي سياست جي پوئلڳي ڪئي جنهن جي
پنيان عارضي يا جذباتي طرح عوام جو وهڪرو هو، ۽ هن خبر ناهي
ڪنهن کي پڙهيو هو تہ جيڏانهن عوام ڊوڙي توهان انهي جي پنيان ڊوڙيو
هن جي ان رويي، عمل ۽ ڪردار شاگرد سياست کي غلط لاڙو ڏنو، اسان
هر ان شاگرد اڳواڻ جي پوئلڳي ڪئي، جنهن وڏا نعرا ڏنا، وڏيون دانهون
ڪيون ۽ ڪن چڱن مڙسن جي چوڻ موجب هنن پاڻ کي تا حيات ليڊر
بنائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اڄ هڪ سٺي ڳالهہ آهي تہ اسان جي
نوجوانن دوستن ان لاڙي ان رجحان جي خلاف هي ۴ مارچ جي جدوجهد
جو تنقيدي جائزو بابت سيمينار ڪوٺايو آهي، منهنجا دوست امداد،
انعام، اعجاز، پيڻ گلشن ۽ ٻين دوستن جيڪو بہ ڪجهہ شاگرد
سياست جي حوالي سان ڳالهايو، انهن جي اڪثر ڳالهين سان اتفاق
ڪندي آئون اها ڳالهہ ڪندس تہ شاگرد سياست ۾ جيڪو هيروازم ۽
مهم جوئي جو رجحان پيدا ٿيو آهي، ان رجحان سنڌ جي شاگرد سياست
جي تباهي ڪئي، نتيجي طور انهن هيرن جي چوگرد خوشامدي ۽ انهن جا
پير ڪيڻ وارا انهن جي چو گرد ڦري ويا نتيجا انهن خوشامدين براين
کي جنم ڏنو اسان انهي سموري شاگرد سياست کي اکين آڏو ڏٺو آهي، اهي

شاگرد ليڊر جيڪي ڪرائيم نہ ڪندا هئا، جيڪي ڏوهي شاگردن تي سخت قدم کڻندا هئا ۽ انهن جو ڪردار ساراهہ جوڳو هو پر اهي ساڳيا جڏهن خوشامدڙين جي ور چڙهيا تہ انهن خوشامدڙين جي ڏوهن کي لڪائڻ لڳا، نتيجتن خوشامدڙين جا ڏوهہ لڪائيندي، خود ڏوهي بڻجي ويا ۽ هنن سنڌ جي شاگرد سياست ۾ ڏوهہ کي ايترو تہ داخل ڪري ڇڏيو جو سلامو ڇانگو، مٺو ڪاسائي ۽ ان قسم جا ٻيا ناميارا ڌاڙيل سنڌ يونيورسٽي جي انٽر نيشنل هاسٽل جي زينت بڻيا، پر عبدالواحد آريسر، محمد ابراهيم جيو ۽ سوڀو گيانچنداڻي جي داخلا ان وقت يونيورسٽين ۾ بند هئي آئون اها ڪا لفظي ڳالهہ نٿو چوان، پر سنڌ يونيورسٽي جي شاگرد اڳواڻن انهن تي پابندي وڌي هئي، تہ اهي سياسي اڳواڻ ۽ اهي سياستدان جيڪي اديب بہ آهن يا اهي اديب جيڪي سياست کي سمجهن ٿا انهن جي يونيورسٽي ۾ داخلا بند آهي ۽ اهي آيا تہ انهن جو ٽنگون ڀڃي ڇڏيون، آئون ان جو شاهد آهيان ۽ منهنجا ڪافي دوست جيڪي سياسي بيدار هوندا اهي شاهدي ڏيندا تہ ان رجحان جڏهن جنم ورتو تہ اسٽيبلشمينٽ پنهنجا چنبا آساني سان کوڙيا.

آءٌ امداد (چانڊيو) جي انهي تجزئي سان متفق آهيان تہ حڪمرانن جماعتن شاگردن کي جيڪو سياست ۾ ملوث ڪيو انهن شاگردن سياست ۾ ڪرپشن پيدا ڪئي، امداد ۽ آئون ٻيئي نوابشاهہ جا آهيون گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهہ جو هڪڙو ڪردار مونکي ياد آهي، هو ان وقت سپاف جو اهم ليڊر هو، پر هن تي شرط اهو رکيو ويو هو تہ تون حڪومت طرفان فلاڻي فلاڻي شاگرد تنظيمن ۽ ليڊرن جي جاسوسي ڪندين، جڏهن پ پ سرڪار جي حڪومت هلي ويئي ۽ ضيا شاهي جو دور آيو تہ اهو ساڳيو شاگرد ضيا دور ۾ بہ ساڳين سلسلن ۾ ملوث رهيو، اسان جي هڪ استاد اڳيان (جنهن جي آڏو هو ڪوڙ نہ ڳالهائي سگهندو هو) منهنجي موجودگي ۾ هن اقرار ڪيو تہ "سائين اسانکي پ پ دور ۾ ۵ سو ملندا هئي هاڻ ۱۰۰۰ ٿو ملي، اسان "هي" ٿي ويا آهيون"، تہ آئون سمجهان ٿو تہ اسٽيبلشمينٽ انهن هيرن کي ڌاڙيلن کي پناهہ ڏيندڙ

شاگرد ليڊرن کي خريد ڪيو، خريد ڪرڻ اهو ناهي تہ هن کي پيسن ذريعي خريد ڪيو، پر دوستين ذريعي، يارين جي ذريعي ۽ مختلف نعرن جي ذريعي خريد ڪيو، هو سڌو سنئون ڪٿي ايجنٽ نہ ٿيا، پر ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان شاگردن کي سنڌ دشمن سياست ۾ ملوث ڪيو ويو، نتيجي طور ڇا ٿيو....؟ جيئن هن وقت ڌاڙيل فيڪٽر کي ڀاڙي ۾ آندو پيو وڃي. (ڌاڙيل اسان وٽ تمام وڏا ٿي گذريا آهن ان وقت ڌاڙيلن جا بہ ڪي سما جي قدر هئا ڪنهن عورت تي هٿ نہ کڻندو هو، ڪنهن ٻار ۽ پوڙهي تہ هٿ نہ کڻندو هو) ڪالهہ اوهان اخبار ۾ پڙهيو تہ لکي شاهہ صدر مان هڪ پنجن سالن جو ٻار کڻي ويا، جنهن لاءِ ڏهہ لک رپيا گهريا هن جو پيءُ هڪ هاري هو، ۽ هو پيسہ نہ ڏيئي سگهيو تہ سندن گهر جي سامهون هن جو لاش ڦٽي ڪريو ويو تہ اهڙو رجحان جيڪو ڌاڙيلن ۾ آندو ويو (پوءِ اهي ڌاڙيل روايتي ڌاڙيلن کان تبديل ٿي ويا) ڪي بيروزگاري کان تنگ ٿي ڌاڙيل ٿا، روايتي ڏاڏاين کان تنگ ٿي هن رخ تي آيا سماجي ڏاڏاين کان تنگ ٿي هن واٽ تي آيا.

مان سمجهان ٿو تعليم يافتہ ڌاڙيل ڪيئن هن رخ تي آيا، اهي سڀ اسٽيبلشمينٽ جي پئداوار آهن سياست تي ڏوهن وارو موڙ ڏيڻ ۾ اسٽيبلشمينٽ ڪم ڪيو آهي. شاگرد سياست جو اهو لاڙو ڌاڙيلن جو اهو رجحان، شهرن ۾ دهشت گردن جون ڪارروايون، انهن ٽنهي لاڙن جو مقصد اهو هو تہ ڇاڪاڻ تہ بنگال واري واقعي کان پوءِ پاڪستان جي ادارن ۾ ويٺل ماڻهن سوچيو تہ شعور کي دٻائڻ لاءِ لازمي آهي تہ طريقہ ڪار تبديل ڪيا وڃن، بنگلاديش ۾ هنن ڏنڊي جي زور تي شعور کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو شعور کي دٻائي نہ سگهيا.

ڌاڙيلن جون ڪارروايون، شاگردن جي غلط سياست ۽ شهري دهشت گردي ٽنهي سنڌي ماڻهن کي سنڌ جي سياست کان مايوس ڪيو آهي، هن وقت مايوس ٿي اهو ڇوٽو ٿو پوي ۽ ماڻهو اسان کان پڇن ٿا تہ اوهان ڇا ڪيو آهي؟ ۽ ڇو نہ گڏيا آهيو؟ بابا! سياست ۾ انتشار پارٽين ۾ گروهہ بنديون، اهي سماج کان جدا ناهن، سماج ۾ انتشار ٿيندو تہ سياست ۾ بہ انتشار ٿيندو.

هن وقت جيڪا ٽوڙ ڦوڙ يا تضاد آهن، انهن کان مايوس ناهيون، پر اسٽيبلشمينٽ پاران جيڪا بليڪ ميلنگ آهي ۽ هنن ٽنهي فيڪٽرن تي جيڪو ڇاپو هنيو آهي، ان سنڌ جي قومي سياست ڏانهن ماڻهن کي مايوس ڪرڻ ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪرايو آهي، ان ڳالهه کي سمجهڻ کپي.

سنڌ جي سياست خراب ناهي، پر انهي ٽنهي لاڙن جي لعنت کي ختم ڪرائڻ لاءِ شاگردن کي اديبن ۽ دانشورن کي آئون اهو چوندس ته سماج جي سمورن طبقن کي گڏجي ڪردار ادا ڪرڻ کپي ۽ غلط سياست کي اگهاڙو ڪرڻ کپي.

آئون هن پليٽ فارم تان سمورين ڌرين کي سڏ ٿو ڏيان ته اچو ته هڪڙو مهينو مقرر ڪيون، جيڪو مهينو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وچي ڌاڙيلن خلاف احتجاج ڪيون؟ مختلف طريقا اپنايون، ان جدوجهد ۾ جيڪا پارٽي ايندي اها سنڌ ۾ ضرور مقام ماڻيندي، سنڌ جو جيڪو شاگرد سياستدان ۽ سنڌ جو اديب ۽ (سفيد پوش) طبقو آهي، ان کي رڳو ڏڃڻو ڪونهي، رڳو سياستدانن تي تنقيد ناهي ڪرڻي ڪيس پنهنجي ڪردار تي به تنقيد ڪرڻ کپي، پاڻ کي رڳو مبلغ نه ٿيڻ کپي پر عمل جي ميدان ۾ به پرکڻ کپي، مائوزيتنگ به اديب هو ان به سياست ڪئي، سياست ڪرڻ به ضروري آهي، اسان وٽ اسانجي اديب کي به اهڙو ٿيڻ کپي ۽ ڏڃڻ نه کپي ته ڪنهن سياسي تنظيم ۾ ويندا اسين ته پليٽ تي ويندا اسين ، اسانکي سياست ۾ هجڻ کپي، ون يونٽ جي دوران ڪجهه اديبن سياست ڪئي. مان چوندس ته سنڌ لاءِ فخر جهڙي ڳالهه آهي ته سنڌ جا اڪثر سياستدان جيڪي سنڌي جي قومي سياست ٿا ڪن اهي سمورا اديب آهن، پوءِ به اسان خاموش ڇو آهيون، ان طرف اسانکي سوچڻ کپي جيئن اڄ شاگردن پنهنجي ۲۴ سالن جي جدوجهد جو تنقيد ۽ جائزو وٺڻ لاءِ هي پروگرام ڪيو آهي، اسان سنڌي اديبن کي به اهڙي نموني سان ۱۹۲۶ کان پوءِ جڏهن سنڌي ادبي سنگت ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ جڙي آهي ان وقت کان ويندي، هن وقت تائين ، پنهنجو تنقيدي جائزو وٺڻ کپي، پنهنجي لکڻين جو

تنقيدي جائزو وٺڻ کپي ته اسان ڪٿي خود ته مهر جوئي کي اڳتي ته نه وڌايو آهي، سنڌ جي دانشورن ۽ اديبن تنقيدي کي جائزو وٺڻ کپي، پنائي کي سڏ نه ڪريو، پنائي اوهان پاران نه وڙهندو، پنائي عمل جو سڏ ڏنو آهي، ان تي لکڻ کپي اهڙي طرح تاج جويي کي پنهنجي لکڻين جو جائزو وٺڻ کپي هن جيڪي سبز باغ ڏيکاريا آهن، انهن جو تنقيدي جائزو ڪيس وٺڻ کپي، اهڙي طرح جڏهن اسان سياستدان ۽ اديب جو تنقيدي جائزو وٺنداسون ته پوءِ بهتر نتيجا نڪرندا، اهڙي نموني سان اجوڪي سيمينار جا به نتيجا نڪرڻ کپن.

آئون سمجهان ٿو ته ۴ مارچ جي هڪڙي هيري يوسف لغاري جو ڪردار اهڙو خراب نه رهيو پر ماشاالله هو به "سنڌ جي ڊيموڪريٽس" سان گڏيو اچي يا وڪالت ٿو ڪري، ڪجهه نه ڪجهه ڪري پيو، يوسف لغاري ڪڏهن سياستدانن کي صلاح وغيره ڏيندو آهي، پر پاڻ کي به ڪيس سياستدان ٿيڻ کپي، پوءِ اسان چونداسين ته هن جنهن سياست جو بنياد رکڻ پئي چاهيو ان سان توڙ تائين نڀايو چاڪاڻ جو هو ڪامورو ڪو نه ٿيو، وڪاٽو ڪونه، غازي صلاح الدين ڪو نه ٿيو، ۽ بهترين وڪيل ٿي ويو، قومپرست وڪيل آهي ڪڏهن ڪڏهن فرنٽ ۾ شامل ٿي ويندو آهي مردم شماري جي مسئلي تي سياستدانن کان به وڌي جدوجهد جي رهنمائي ڪندو آهي، ته ان قسم جا جيڪي ڪردار هئا انهن کي پنهنجي قوم ڏانهن ليڊر جي حيثيت سان نه ٿي سهي، پر گهٽ ۾ گهٽ ڪارڪن جي حيثيت سان اچڻ گهرجي.

آئون شاگردن کي گذارش ڪندس ته توهان جيڪڏهن هاري جا پٽ آهيو، جيڪڏهن مزدور جا پٽ آهيو، جيڪڏهن مزدور جا پٽ آهيو، وچين ڪلاس جي نمائندگي ڪيو ٿا، توهان کي قومي جدوجهد يا شعوري جدوجهد ۾ پنهنجو اهم ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو اوهانجي تعليمي زندگي ٿوري وقت لاءِ آهي، توهانکي ڊگري ڪان پوءِ سائنسدان ٿيڻو پوندو سياستدان، انجنيئر ۽ ڊاڪٽر ٿيڻو پوندو.

منهنجي گذارش آهي ته سنڌ جي شاگرد سياست کي

مثبت موڙ ڏيڻ لاءِ پنهنجو خود تنقيدي جائزو وٺو ۽ هن سيمينار جو ڪو نہ ڪو مقصد نڪرڻ کپي.

سرور سهتو

# چار مارچ جي جدوجهد مونکي تبديل ڪيو

بجاءِ ڪنهن شعر پڙهڻ جي آئون پنهنجي مختصر تقرير جي شروعات سنڌي پهاڪي سان ڪيان ٿو، ته

”پُلي پُلي پاڻ آئي سا ٻه نه پلئ“

دراصل ڳالهيون جيڪي ڇوٽيون هيون، سي ته چئجي ويون آهن، هاڻ ورجاءُ مان ته ڪو ٻه فائدو ٿيندو ئي ڪونه، اهو بهتر ڪونهن، ته آءُ توهان جو گهڻو ٽائيم وٺان، ۽ تقرير جهاڙيان بهتر آته ٿورو وقت وٺان. اوهان ڇوٽين مارچ تي ڪتاب پڙهيا هوندا، اسان اهو اکين ڏٺو هوندو، ۽ اهو منظر ڏٺر هوندو. منهنجي عمر ۾ ۽ توهان جي عمر ۾ تمام گهڻو فرق آ، آنءُ انهيءَ ٽائيم ۾ به ماستر هيس. اسانجو دوست، منهنجو شاگرد امان شيخ ان وقت به ڏاڍو سرگرم هوندو هو، مونکان ماستر هوندي به شيٽون لکرايون، آنءُ لکندو رهيس ۽ هو هٽندا رهيا، مان سمجهان ٿو ته انعام ان وقت ننڍڙو ئي هو، مون سنڌس ڇٽي ڪاڏي هئي. سنڌس ياءُ امان شيخ ڇٽي جو پت ڪٽي آيو هو ۽ اڄ هتي بهترين تجزيو ڪري ڇڪو آ، ۴- مارچ ٿورو مون ۾ به ڦيرو آندو، ان وقت سنڌي قوم صرف اقتصادي طور، سياسي ۽ معاشي طور تباهه حال ڪو نه هئي، پر سنڌن تهذيب، تمدن ۽ ڪلچر تي به ڌاريو ڪلچر حاوي ٿي ويو هو. ايتري قدر جو سنڌ ماڻهو ڪي ڇٽ تصور ڪيو ويندو هو، ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ اردو ڳالهائيندا هئا. پننجي ٻارن ڪي اردو اسڪولس ۾ داخلائون ڏيارينندا هئا. ۽ اڄ توهان جيڪو فخر سان اجرڪ پائي گهمو ٿا، ٽوپي پائي گهمو ٿا. ان وقت ۾ مان سمجهان ٿو، ائين نه هوندو هو. ۽ پان کائڻ، پاجامون، پائڻ ان وقت مهذب طريقو ليکيو ويندو هو، مان پاڻ به پان کائيندو هوس ۽

پاڄامون پائيندو هوس، ۽ انهي ۴- مارچ کان پوءِ، مون پاڻ سان هڪ وچن ۽ واعدو ڪيو ته ڪڏهن به پان نه کائيندس ۽ ڪڏهن به پاجامون نه پائيندس.

مان سمجهان ٿو اڄ اهو ئي اثر آهي، جو مان قومي تحريڪ کان ڪاٽنا نه ٿيو آهيان ، "جٿين ٿڌ ٿيئن وڌ" وانگر اجان تائين اڳتي آهيان. دراصل هتي جيڪي ڪجهه به ڳالهايو ويو، يا مقلا پڙهيا ويا، سيمينار ته چون ٿا انهي کي نانءُ ڏجي ٿي نه، انهيءَ مان هڪڙي ڳالهه ڪرڻ گهرجي، ته جيڪي به خاميون آهن، ۴- مارچ کان پوءِ شاگرد سياست ۾ جيڪي به خاميون ڏٺيون ويون ۽ جيڪي به چڱايون ڏٺيون ويون انهن کي لکجي. خامين کي ڪٿين دور ڪجي، اُهي به واٽون ڳولجن، ته ڪن سٺن ڏاهن ۽ دانشورن جي ٽيم مقرر ڪجي ته اُهي راهه ٻڌائين ۽ ترڪيب ڏسن ته خاميون ڪٿين دور ڪجن، ته انهي طريقي سان اسان پنهنجو خاميون دور ڪري سگهون ٿا. صرف مقالو پڙهڻ سان صرف تقريرون جهاڙڻ سان، ڪجهه به نه ورندو، اِهي مقلا اِتي ئي رهجي ويندا، ۽ تقريرون اِتي ئي رهجي ونديون، وري ۴-مارچ ايندي ۽ ساڳيا پٽڪا، روج ۽ راڙو هوندو. انهي ڪري بهتر اهو ٿيندو ته اڄ ۴-مارچ تائين جيڪي به اسان ۾ خاميون آهن انهن کي ڪڍڻ گهرجي، ۽ ڪهڙيون ڪهڙيون خاميون آهن انهن کي ڪيئن ڪڍڻ گهرجي ته جيئي سنڌ محاذ جي وائيس چئرمين جي حيثيت ۾ پنهنجي پارٽي واري دانشورن تي به اهو فرض عائد ڪندس ۽ انهن جي هڪڙي ٽيم منظر ڪندس، جيڪي ٻين دانشورن سان ملي، انهي ڪر کي اڳتي وڌائيندا.

مان توهانجو گهڻو ٽائيم نه وٺندس، پر هڪڙي ڳالهه ته انهن خامين کي دور ڪرڻ کان پوءِ، وڏيڪ منظم انداز سان ڪئين اڳتي وڌجي، ماٺهن کي ڪهڙو ويساهه ڏنو وڃي ۽ انهن کي ڪئين متحرڪ ۽ مضبوط ڪجي، اهو سموري سنڌي قوم جو سوال آ. ڪنهن هڪ پارٽي يا جيئي سنڌ محاز جو مسئلو ناهي، ته جيڪي ذريون آهن، هڪبئي ڏانهن اهڙو رويو پيدا ڪجي، اسان سيني جي

دلين ۾ ڏرتي جو دردهجي، ۽ اسان سڀ گڏجي ويهون ۽ اڳتي وڌون، اهو ايستائين نہ ٿي سگهندو، جيستائين اسان سيني جو هڪٻئي ڏانهن نرم رويو يا نرم گوشو نہ هوندو.

انهي ڪري سيني ڌرين کي آءُ اپيل ڪندس، اچو تہ سيئي گڏجون، اچو تہ سيئي اتحاد ڪريون ۽ نرم گوشو رکون، جيڪڏهن ڪن ڌرين کان غلطيون بہ ٿيون آهن تہ صرف انهن کي ڏوهي سڏڻ سان ڪجهہ بہ نہ ٿيندو، اسان کي ميٺو پوندو تہ اسان انهن کي صحيح گس نہ ڏنو سين، اسان انهن کي صحيح لائين نہ ڏيئي سگهيا سين، يا شايد اسان ۾ اُها صلاحيت نہ هئي تہ اسان صحيح دڳ ۽ رستي تي اچون، تہ اهي صرف انهن جون خاميون نہ هونديون، اسان جون بہ خاميون آهن، تہ هاڻ انهن سيني خامين، غلطين ۽ ڪوتاهين کي ختم ڪري صحيح رستو وٺڻ گهرجي.

اعجاز منگي

# نئون نسل ۽ چوٿين مارچ

”چار مارچ جو ڏينهن اسان جي لاءِ آڪڙ ۽ لڙائي وارو ڏينهن ناهي، هي اهو ڏينهن به ناهي جنهن جي لاءِ اسان پنهنجي ثنا خواني ڪرڻ شروع ڪيون ته اسان ننڍي ڪنڌ جي جديد قومي ۽ جمهوري تحريڪ جي تاريخ ۾ وڏا ڪارناما سر انجام ڏنا آهن ان ڪري هاٿي ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي ويهي رهون. نه وري چار مارچ اسان جي جدو جهد جي تاريخ جو سياسي پير آهي، جنهن تي اسان هر سال عقيدت مان هڪ ڳاڙهو جهنڊو چاڙهي مستقبل جون باسون باسيون پر هي ڏينهن اسان لاءِ تمام گهڻي سنجيدگيءَ ۽ پنهنجي هلندڙ جدوجهد جي تجزئي جو ڏينهن آهي“

مٿيون اقتباس مون پنهنجي لکيل ان مضمون مان کنيو آهي جيڪو مون ڪجهه سال اڳ لکيو هو، ان وقت ”سنڌي عوام جو قومي اتحاد“ هزارن سنڌي مردن ۽ عورتن کي رستن تي آڻي قومي جدوجهد جي بهترين تربيت ڪري رهيو هو پر اسان ان تربيت واري جدوجهد کي مستقل نه رکي سگهياسين. ڇو؟

ان ڇو جو جواب مان هن مضمون ۾ نه ته ڏيان پر منهنجي اها شعوري ڪوشش آهي ته هن مضمون ۾ اهو سوال، سوال بڻجي ضرور رهي ۽ اڄ چوٿين مارچ جي حوالي سان لکندي اهو لکڻو ئو پوي ٿو ته بدقسمتيءَ سان سنڌي قوم دنيا جي انهن قومن منجهان آهي جنهن ۾ ننڍيون وڏيون ڪيترئيون ئي قومي، جمهوري ۽ انقلابي تنظيمون آهن ۽ تنظيمن جي گهڻائيءَ ڪري اسان جي قوم جي سياسي شعور ۾ اضافو ته ضرور ٿيو آهي پر انهن تنظيمن جي باهمي ٽڪراءَ ڪري جهڙي طرح سنڌ جي سياسي سگهه کي نقصان پهتو آهي ان جو ڪو حساب ناهي ۽ افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته اسان تنظيمي انا ۾ ايترو ته جڪڙجي ويا آهيون جو اسان جي شعور جي هٿن مان قومي انا کسڪندي ٿي وڃي سو مٿين حوالي سان سنڌ جي گهڻ تنظيمي ڇڪتاڻ چار مارچ جي فتح ڪيل سرزمين تي پنهنجو جهنڊو کوڙڻ جي ڪوشش

ڪٺي آهي، ڪيترن رهنمائن جي دعوي اها رهي آهي تہ هو ئي چار مارچ واري جدوجهد جا حقيقي وارث آهن.

ان ڪان سواءِ عام طور تي چوٿين مارچ کي پنهنجي قومي جاڳرتا جي پهرين ۽ مظبوط وک سمجهندا آهيون. اسان اهو بہ سمجهندا آهيون تہ چوٿين مارچ اسان جي قومي سوچ ۾ تمام وڏي تبديلي آندي.

ان ڪان پوءِ چوٿين مارچ کي اسانجي اديبن، شاعرن ۽ دانشورن مختلف پاسن کان پيش ڪري ان کي پنهنجي قومي غيرت ۽ شعور جو نشان ( SYMBOL ) قرار ڏنو.

هي سيمينار خود ان ڳالھ جو گواھ آهي تہ اسان جي جدوجهد ۾ چوٿين مارچ جو نالو ڪيترو نہ مان پريو، ڪيترو نہ بامعني ۽ ڪيترو نہ سدائين جوان آهي، جو بجاءِ ان بحث ۾ وڃڻ جي "مسرور احسن ، پوءِ يوسف لغاري، نہ چام نہ، ها پليجو، راجپوتانہ جي سامهون نہ پر ۾ ٢٠٧ نہ هئا وڏيڪ هئا " پر اڄ اسان چوٿين مارچ کي علامت بڻائي جديد مسئلا ۽ مونجهارن کي سلجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون ۽ قومي جدوجهد ۾ نوجوان نسل جي شموليت ۽ ان جي حصي پتيءَ کي چٽو ڪري رهيا آهيون.

سنڌي نوجوان جي سياسي ڪردار جو جائزو وٺندي هڪڙي ڳالھ جو خاص خيال رکڻ کپي تہ نوجواني، عمر جي هڪ مخصوص ۽ جذباتي ڪيفيت آهي جيڪا پختي عمر جي شعور ۽ جوابداريءَ کان مختلف آهي.

چوٿين مارچ ون يونٽ ۽ آمريت جي انڌيري ۾ پهرين چٽنگھ ٿي جيڪا خاص طور تي نوجوان نسل جو ورثو آهي - نوجوانن جي سفر جي اها قابلِ تحسين شروعات اڪثي هلي ڪنهن بہ طور تي اطمينان جوڳي تنظيمي ظابطي ۽ انقلابي اصول جي گهيري ۾ نہ اچي سگهي ان جو سبب هڪ نہ پر گهڻا آهن پر جيڪڏهن اسان انهن سيني جزن کي هڪ ڪُلّ ۾ تبديل ڪري ان کي هڪ فلسفيانہ انداز ۾ ڏسون تہ ان جو وڏو سبب سنڌ جي سياسي ماضيءَ ۾ موجود انقلابي سنجيده فڪر جي سخت اڻاٺ نظر ٿي اچي .

دنيا جون اهي قومون ڪيتريون نہ خوشنصيب آهن جن کي ڪانٽ، هيگل، روسو، مارڪس ۽ لينن جهڙا سنجيده ۽ مدلل استاد نصيب ٿيا جن پنهنجي نوجوان نسل جي بهترين ذهني اوسر ۽ واڌ ويجهہ ۾ پنهنجي فڪري سگهہ کي استعمال ڪيو پر ان جي بر عڪس اسان جي نوجوان نسل جي اڳواڻي، جذباتي شاعرن رومانوي اديبن ۽ گهٽ زهين سياستدانن ڪئي آهي، جن جا خطرناڪ آثار اسان جي اڄوڪي سياسي ماحول تي واضح نموني سان ڏسي سگهجن ٿا.

اسان جي فڪري رهنمائن اسان جي وطن دوستيءَ جي عمارت جا بنياد عقلي سنجيدگيءَ جي بدران جذباتي نعري بازيءَ تي رکيا ۽ سنڌ جي مخصوص سماجي جوڙجڪ ان جذباتي سياست سان تمام گهڻي ٺهڪي آئي ۽ بنا ڪنهن پلاننگ ( Planing ) ۽ ترتيب جي اسان جو سفر سياست جي ظالم ريگستان ۾ اڃان تائين جاري آهي .

چار مارچ اتفاق ٿي سهي پر سنڌ جي قومي جمهوري ۽ طبقاتي طاقت جو متحده محاذ ٿي اڀري آيو پر اسان ان اتفاقي تحفي کي سنڀالي نہ سگهياسين .

سو مون ڳالهہ پئي ڪئي انهن بنيادن جي جن تي اڄ اسان جي قومي سياست جي عمارت ڪڙي آهي ۽ اهي بنياد انتهائي جذباتي آهن. جهڙي طرح قومپرستيءَ کي هٿ پيش ڪيو ويو آهي، جهڙي طرح جمهوريت پسنديءَ کي هٿ پيش ڪيو ويو آهي ۽ جهڙي طرح طبقاتي ۽ انقلابي فلسفي کي سنڌي عوام اڏو آندو ويو آهي تہ ان جو رنگ بحيثيت هڪ علم جي نہ پر هڪ جذباتي عمل جيان آهي ۽ جذباتي عمل ڪڏهن بہ ،مستقل رفتار ۾ جاري نہ ٿو رهي سگهي.

ان جو مطلب اهو ناهي تہ جذبو ڪا خراب ڳالهہ آهي، نہ ائين ناهي جذبو هڪ تمام سٺي شيءِ آهي بشرطيڪ ان جذبي جي رهنمائي عقلي سنجيدگيءَ جي هٿ هيٺ رهڻ گهرجي. پر جيستائين شاگرد سياست جو تعلق آهي تہ شاگرد سياست مڪمل طور تي جذباتيت غير سنجيدگيءَ، ڪاوڙ ۽ انتشارجي مليل جليل رجحان جو شڪار رهي آهي.

ان حوالي سان اسان جي تعليمي ادارن جو حشر اهو ٿيو جو نہ

تہ اهي وطن دوست شعور جا ڳڙهہ تي سگهيا ۽ نہ وري اهي علمہ جا سرچشما تي اُپريا نتيجي ۾ سنڌي قوم کي تعليمي پاسي کان غلط سياست جي ڪري اهڙو ڪاپاري ڌڪ لڳو جو اسان جي قومي جدوجهد جرمن ۽ لاقانونيت جي گهيري ۾ اچي وئي.

شاگردن کي سياستدانن ايترو تہ پڙڪايو، ۽ ايترو تہ جذباتي ڪيو جو هنن جيۡ ڪتابن تان دل کڻي ئي تي وئي ۽ اسان جا بهترين نوجوان ذهن، بيڪار الزامن تحت سالن جا سال جيلن ۾ ساڙندا رهيا.

علم ۽ شعور جي کوٽ تمام وڏي پشماني تي بي ايماني ۽ موقعي پرستي واري سوچ ۽ عمل کي جنم ڏنو سو عام طور تي سنڌي قوم جو هر فرد ۽ خاص طور تي شاگرد پنهنجي ذميداريءَ کان هٽي غلط رستن ڏي هليا ويا ۽ مون کي ان جو وڏو ڏک آهي تہ اسان پنهنجو پورو هڪ نسل غلط سوچ جي ڪري ضايع ڪري ڇڏيو سين.

هي اهو نسل هيو جنهن لاءِ سياست لٽ بازيءَ کان اڳتي قطعي ڪونہ هئي.

ان نسل سمجهيو پئي تہ پاڪستان هڪ سڪي ڪاٺي آهي، جنهن کي ٽوڙڻ يا ساڙڻ ڪائي وڏي ڳالهہ ناهي ۽ نتيجي ۾ پاڪستان تہ ائين رهيو پر اهو سڄو نسل سڪي سڙي ويو. اسان جو اهو نسل سمجهندو رهيو تہ ڪتاب ۽ سياست جو پاڻ ۾ ڪوئي تعلق ناهي، ۽ طاقت جو بنياد علم نہ پر هٿيار آهي سو اهي ڪيساجيڪي قلم رکڻ لاءِ هئا انهن ڪيسن ۾ پستول جڳهہ پيدا ڪري ورتي ۽ پوءِ توهان سڀ ڄاڻون ٿا تہ ڇا ڇا نہ ٿيو آهي؟ اها صورتحال مون کان وڌيڪ سٺي ۽ ذاتي تجربي جي بنياد تي آصف وڌيڪ چٽي ۽ ڪري انداز ۾ بيان ڪندو آهي.

سنڌ جي ان نسل سان هڪ ايڏي وڏي ٺڳي ٿي آهي جنهن لاءِ هو پنهنجي رهنمائن ۽ دؤر جي معتبر شخصيتن کي معاف نہ ٿو ڪري سگهي.

مان اهو مڃڻ لاءِ قطعي تيار ناهيان تہ اڻ نسل جي اڪثريت

ڇاٽي واٽي پنهنجي پير تي ڪهاڙا پٽي هنيا پر مان مڪمل ايمانداريءَ سان چوان ٿو تہ هنن پنهنجي پر ۾ انقلاب پي آندو. هنن ائين انقلاب پٽي آندو جئين پگت سنگهہ ۽ ان جا ساٿي مٺ ۾ بم گولو جهلي اڪيون پوري انگريز جي خاتمي جو تصّور ڪندا هئا. لينن ڪهڙي سٺي ڳالهہ ڪئي آهي تہ ”مون کي دهشتگردن جي نيت تي شڪ ناهي پرمان انهن سان مڪمل اختلاف ٿو رکان“. اها ڳالهہ واضع رهي تہ منهنجو مطلب اهو ناهي تہ سنڌ جو نسل دهشتگرد هيو پر ان نسل جي سوچ ۾ جيڪا ابهرائي ۽ ڪاوڙ هئي ان جو عملي اظهار دنيا جا دهشت گرد ڪندا آهن ۽ حقيقت آهي تہ اڄ بہ سنڌ ۾ اهي رجحان ڏسڻ ڏکيا ناهن.

سو دوستو، رستن تي تاثر سڙندا رهيا، هاسٽلن تي ڪتاب سڙندا رهيا، گوليون هلنديون رهيرن ۽ ان وٺ وٺان جي ماحول ۾ اها سرحد ختم ٿي وئي جتي جرم ۽ سياست هڪ ٻئي کان الگ ٿيندا آهن. اڄ اسان جو گهڻو وقت تہ ان جي الگ نشاندهيءَ ۾ لڳي ويندو.

پرسنڌ جي سياست جوهي دؤر ساڳيو ناهي. هاڻي هي اهو دؤر ناهي جنهن ۾ نئون نسل ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جي ان شعر تي جلسي ۾ ڀرپور تاڙيون وڄائيندو: تہ ”وڏي هڪ امتحان خاطر، ڇڏي ڏيو امتحانن کي“

اڄ جساف جي پاران هي سنجيده سيمنار ان ڳالهہ جو عالم آشڪار ثبوت آهي تہ سنڌ جو موجوده نسل پنهنجي اڳوٽي نسل جي غلطين ۾ سبق سکي ورتو آهي ۽ افلاطون جو قول بامعنيٰ ٿي پيو آهي تہ ”مون عقل، بيوقوفن کان سکيو آهي“.

تاريخ جي هن انتهائي اهم موڙ تي مون کي يونان جو ديوقامت ليکڪ ڪازانت زاڪس ياد اچي رهيو آهي. اڄ جڏهن اسان کي سياست جا نوان ۽ جديد معيار ڳولهي لهڻا آهن تہ ان وقت ڪازانت زاڪس جي آتم ڪهاڻي جو عنوان اسان لاءِ ايترو تہ بامعنيٰ ٿي پوي ٿو جنهن جو ڪوئي ڪاٿو ناهي.

ڪازانت زاڪس پنهنجي آتم ڪهاڻي ناول جي شڪل ۾ سميٽي ان جو نالو”رپورٽ ٽو گريڪو“ (Report to Greko) رکيو. يعني

ڪازانت زاڪس پنهنجي عمر جي پڇاڙيءَ ۾ سڄي زندگي ديس واسين آڏو هڪ رپورٽ وانگر رکي ته اڇو ۽ منهنجي زندگيءَ جي مون ڪان رپورٽ وٺو ڄڻ سڄي زندگي ڪوئي ٽاسڪ (سونپيل ڪم) هئي.

سو ان حوالي سان اسان کي پنهنجون زندگيون تبديل ڪرڻيون آهن. ڪم ڪرڻو آهي، بي انتها محنت ڪرڻي آهي، ذاتي حوالي سان نہ پر قومي حوالي سان. هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ اسان پنهنجو پاڻ کي بهترين قومپرست ثابت ڪريون.

پر ڪهڙي طرح؟

آڪڙ ڪري؟ڪوڙ ڳالهي؟ ديس واسين جو حق کائي؟ پين جا ذاتي ۽ جمهوري حق پائمال ڪري؟ اجايو ۽ فضول وقت وڃائي؟ ڪلاشنڪوف جا برسٽ هلائي؟

بلهي شاهہ چيو آهي تہ، ”اڪ نڪتي وچ گل مڪدي اي“ سو ڳالهہ سولي آهي، اسان رڳو پنهنجو پاڻ کان فقط هڪ سوال پڇندا رهون تہ اسان جي قومي زندگي اڪويهين صدي جو فخر سان آڏر پاءَ ڪري سگهي ٿي. اهو سوال آهي تہ، هڪ قوم پرست کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ڇا هڪ قوم پرست کي ڪچهرين ۾ فضول وقت وڃائڻ گهرجي؟ڇا هڪ قوم پرست کي آڪڙ ۽ لٽي ڪرڻ کپي؟ ڇاهڪ قومپرست کي ناپاس ٿيڻ کپي؟ هڪ قوم پرست کي مجرمن سان اٿ ويهہ ڪرڻ گهرجي؟ ڇاهڪ قومپرست کي ڪمزورديس واسين سان اڇائڻ کپي؟

ڇا هڪ قوم پرست کي تعليمي ادارا بند ڪرائڻ کپن؟ ڇا هڪ قوم پرست جديد ڪان جديد علم نہ پڙهڻ کپي؟ ڇا هڪ قوم پرست کي پنهنجي مجموعي قومي ترقي ۾ ڀرپور حصو نہ وٺڻ کپي؟

ظاهر آهي تہ انهن سڀني سوالن جا جواب اهي آهن جن تي عمل ڪرڻ سان قومون لياقت سان مقابلا ڪري دنيا ۾ اڳتي ايندڙيون آهن ۽ انسان ذات جي فطرت سان ازلي جنگ ۾ پيشقدمي ڪنديون آهن.

سو دوستو! جيڪڏهن توهان مون کي اجازت ڏيو تہ مان باشعور شاگردن جي حوالي سان چوٿين مارچ کي نئين معنيٰ ڏيان، چوٿين

مارچ کي اسان سڄي سال جي ڪارڪردگي جاچڻ لاءِ مقرر ڪريون ۽ پوءِ ويهي هڪ ٻئي جي وقت تي بحث ڪريون تہ ڪنهن ڪهڙي نموني سان بهتر،ڪارآمد ۽ سڦل وقت گذاريو.

آخر ۾ مان هڪ دفعو ٻيهر ان ڳالهہ تي زور ڏيڻ ٿو چاهيان تہ اسان کي پنهنجي محب وطني جا سمورا بنيادي ماپا ۽ معيار ٻيهر تڪي توري درست ڪرڻا پوندا.

پڇاڙيءَ ۾ مون کي شديد احساس ٿي رهيو آهي تہ مون پنهنجي جذبن ۽ احساسن جي اهڙي ترجماني نہ ڪئي آهي جهڙي مون ڪرڻ چاهي هئي، ان ڪري مون کي ان ساڳي مضمون جي شروعات ياد ٿي اچي جنهن جو اقتباس مون شروع ۾ ڏنو هيو جيڪو ڪجهہ هن ريت آهي تہ:"پنهنجي پاران ڇالڪجي؟ ڇا اسان جا لفظ جيڪي هن پني تي ننڍڙن جيتامڙن وانگي ڇهڙيل آهن اهي اسان جي احساس، ڏکن ۽ اسان جي جدوجهد کي هوبهو پيش ڪري سگهن ٿا؟ اسان پنحهنجي ٻوليءَ کي پنهنجي درد جي ترجمان طور ناڪافي ٿا سمجهون، اسان پنهنجي ان ڪمزوريءَ جو پاڻ ئي اعتراف ٿا ڪيون.

ڪاش اهو ممڪن ٿي پوي جو اسان پنهنجي رت ۾ ٻڏل دل، جنهن ۾ انقلاب جا ڪيترائي سرخ سپنا لڪي رهيا آهن، اوهان آڏو رکون ها- هي دل پنهنجي ڇاتيءَ مان ڪڍي اوهان آڏو رکون ۽ پاڻ چپ ڪري ويهون پوءِ اها دل پنهنجي ڌڪ.....ڌڪ.....ڌڪ سان ڪيترن ڏينهن ڪيترن راتين تائين اوهان کي اهو سڀ ڪجهہ ٻڌائيندي رهي جيڪو ڪجهہ اسان نہ ٿا ٻڌائي سگهون".

ڊاڪٽر مير عالم مري

# ۴ مارچ ۽ اڄ جي شاگرد سياست

منهنجي لاءِ اها ڳالهه وڏي خوشي ۽ اعزاز جهڙي آهي جو توهان ۽ اسان سڀ ۴ مارچ جي اڄ جي قومي ڏهاڙي تي ڄامشوري جي مور جهنگ ٽڪر جي ڪور تي ايل ايم سي جهڙي مهان تعليمي اداري ۾، لطيف سائين جي نالي سان منسوب هن هال ۾، گڏ ٿيا آهيون. ته جيئن اسين پنهنجن پر جوش فتحن ته جشن ملهايون ۽ پيانڪ شڪستن جو کليل دل سان اعتراف ڪريون ۽ هر شڪست کان پوءِ ڏٽ جي سيلي وانگر هڪ نئين عزم سان اُسرڻ جو وچن ڪريون.

دوستو!

دنيا جي هر قوم وٽ پنهنجا پنهنجا مذهبي تهوار هوندا آهن. ريتون ۽ رسمون هونديون آهن. تاريخي ڪردار هوندا آهن. جيڪي تاريخ جي ياد تازي ڪرڻ سان گڏ ڪمزور دلين کي سگهه پڻ بخشيندا آهن. ڌرتي جي آزادي ۽ دفاع لاءِ ڌارين خلاف چوٽون سندن رت گرمائيندڙيون آهن. ۴ مارچ جو ڏهاڙو پڻ سنڌي قوم لاءِ اهڙي ئي تاريخي اهميت جو حامل آهي.

منهنجي نظر ۾ ۴ مارچ جو ڏهاڙو، ٽن ڳالهين جي لحاظ سان، پين ڏهاڙن جي پيٽ ۾ مختلف آهي.

پاڪستان جهڙي غير فطري ملڪ جي بنياد هٿ ٺوڪيئي ٻه قومي نظريي تي رکيل هئي. نطشي جي فلسفي کان متاثر ٿيل، علامه اقبال جي خواب تعبير سڏ جندڙ هن ملڪ جي اُڇي ۽ ڪاري جا مالڪ پهرين ڏينهن کان وٺي، پنجاب جا چوڌري، لکنؤ جا هٿ ٺوڪيا نواب ۽ دليءَ جا ٺڳ رهيا آهن. جنجي سامراجي مفادن وٽان ئي اها ڳالهه ته هن ملڪ جي پنجرئي ۾ قيد قومن جي وجود، تاريخ ۽ ثقافت کان انڪار ڪيو وڃي. خاص طور تي سنڌ جي ثقافت ۽

تهذيب کي تہ انهن هڪ رانديڪو سمجهي، ضديلي ٻار وانگر ڀڃڻ ۽ ڀورڻ جي ڪوشش ڪئي. شيخ اياز، نياز همايوني، حيدر بخش جتوئي ۽ جي ايم سيد جهڙن قومي اڳواڻن کي جيلن اندر بندڪيو ويو، ڪين ايذايو ويو.

اهڙي دؤر ۾، جڏهن هر نعري کي سڀ کان پهرين مذهبي غسل ڏئي پاڪ ڪيو ويندو هو ، قومن جي وجود کان انڪار ڪرڻ تاريخي فرض سمجهيو ويندو هو ۽ جڏهن سنڌ جو مسلمان، مسلماني جي آفيم جون پنڪيون کائي رهيو هو، اهڙي دؤر ۾ ۴ مارچ تي جنهن تاريخ جو آغاز ٿيو، اُها سنڌ، سنڌي قوم جي بنياد تي هلندڙ پهرين نج قوم پرست ۽ محب وطن تحريڪ هئي. ون يونٽ جي پرندڙ پٽ کي ٽيڪو ڏيڻ ڏيندڙ لاءِ مارشل لا جي پستي ڏني وئي. ايوبي مارشل لا، جيڪا پاڪستان جي پهرين ۽ بد ترين مارشل لا هئي، جنهنجي سختي سان ڪيترن ئي ڏهسيرن جا ڏيل ڏڪي ويا. اديبن جو قلم ويشا جي جسم کان بہ سستي اگهہ ۾ وڪاڻو، سياستدان جو ضمير اقتدار جي چڪيا تي چڙهيو، سرحد جو غفار خان تڪجي افغانستان هليو ويو، بلوچستان جا بانڪا بهادر بلوچ ليڊر قيد ڪيا ويا سنڌ مان جي ايم سيد حيدر بخش جتوئي اياز ۽ ٻين شاعرن اديبن ۽ اڳواڻن کي پابند سلاسل ڪيو ويو. ايوبي نادر شاهي جو راڪاس آدم بُو آدم بُو ڪندو پٺي وتيو اهڙي جبر، ڏاڍ ۽ گهٽ پوسٽ واري ماحول ۾ ۴ مارچ جي جدوجهد ۱۹۶۰ جي ڏهاڪي جي جمهوري جدو جهد جو اهڃاڻ پڻ آهي.

۳ ايوبي مارشل لا جي ماڻهن جي عزتِ نفس تي حملا ڪيا، هتان جي انسانن جي احساسن ۽ اُميدن جي ڪنوارن جذبن جي بيحرمتي ڪئي، جذبن کي بندوقن ۽ سنگينن، جي زريعي هر سامراجي طور هيسائڻ، دٻائڻ ۽ ڪچلڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، اهڙي دٻ ۽ وحشت واري ماحول ۾ ۴ مارچ جي مزاحمت مرده جذبن ۾ سوره اسرافيل وانگر دم ڦوڪيو، تڏن جذبن کي گرمايو، ڪمزور کي سگهہ ڏني، هيسيلن کي همت ڏني ۽ سنڌي عوام منجهہ پنهنجي الڳ قومي وجود ۽ طاقت

جو ڀرپور احساس پيدا ڪيو.

اهڙي ريت ۴ مارچ جي جدوجهد پنجاب جي چوڌرين، بنارسي ٺڳن جي مليل سامراجي مفادن خلاف ڀرپور للڪار هئي. آزادي جي جنگ جو ڀرپور طبل جنگ هئي.

مانوارا ساٿيو!

ون يونٽ جي خاتمي کان پوءِ پنهنجو دؤر حڪومت ۾ ڀرپور پيرو نوڪرين جون لا لچون ڏئي، قومي ڪارڪنن کي خريد ڪيو ويو. اُنهن لاءِ واڪ لڳو ۽ هر ڪنهن جي قد ڪاٺ مطابق اگهه مقرر ٿيا ۽ جيڪو نه وڪاڻو، انجو حشر پروفيسر اشوڪ ڪمار جهڙو ٿيو. دراصل اهو دؤر سنڌ جي آئيني غلامي جو جمهوري دؤر هو، جنهن منجهه سنڌ جي تحريڪ اندر موقعي پرست ۽ مفاد پرست لاڙا ۽ رجحان وڌيا ۽ اُنهن کي هٿي ملي.

پر پٺي کي سندس وفادارين جي باوجود جڏهن آقائن ٽياس تي ٽنگي، ضياءَ شاهي جي روپ ۾ هڪ طويل ۽ ذليل ترين مارشل لا بر پا ڪئي ته سنڌ جي شاگرد سياست ويتر ريا ستي ادارن جي سازشن جو شڪار ٿيا.

ڄامشوري جا اهي تعليمي ادارا، جنهن جي مهانتا تي سنڌي ماٺهو شهپر کي وٽ ڏيندا هئا. انهن منجهه سماجي ڏوهه ڪندڙ اخلاقي مجرمن پناه وٺڻ شروع ڪئي. سياست جي نالي ۾ ڏوه متعارف ڪرايو. سياست گهٽ ۽ بدمعاشي ارهه زورائي جو رواج وڌايو ويو. سياست جي نالي ۾ تعليم کان انڪار ڪيو ويو. محنت ڪري پاس ٿيڻ بجاءِ نقل، بندوق ۽ سفارش جي زور تي پاس ٿيڻ ضروري سمجهيو ويو. استادن ۽ شاگردن جي مقدس رشتي کي پائمال ڪيو ويو. تنظيمي انا ۽ شاؤنزم جي بنياد تي، پنهنجا هٿ هڪٻئي جي رت ۾ رڱيا ويا، اختلافات نبيرڻ جو ذريعو دليل ۽ زبان نه پر لٺ، ڪهاڙي ۽ ڪلاشنڪوف سمجهيو ويو شاگرد يونين تي پابندي عائد ڪرڻ سان شاگرد سياست مان جمهوري قدرون ختم ٿي ويون سياست بندوقن جي ما تحت ٿي وئي. شاگرد سياست عوام کان ڪٽجي وئي

ڄـامشـوري جـي تعليمـي ادارن انـدر، تنهجـو ليـڊر منهنجو ليـڊر جـي تصوّر ۽ هـاسٽل جـي ڪمرن تـي قبضـي ڪـرڻ تائين محدود ٿـي وئـي، جنهنجو هڪ طرف نتيجو اهو نڪتو جو تعليمي ادارن انـدر پوليس جا ٺـاٺـا ۽ رينجرز جـون چـوڪيـون قـائـم ٿيـون تـہ ٻئـي طـرف سنـڌي مـاڻهـن جـي نظـرن ۾ شـاگـرد جـدوجهـد مشڪـوڪ ٿـي پئـي. عـوام جـي اعتماد جـو شيشـو ڇيهـون ڇيهـون ٿـي ويـو ۽ شـاگـرد سيـاسـت قـومـي تحـريـڪ لاءِ نـا ڦـا بـل عـلاج نـا سـور بڻجي وئـي اُن ڪـري سنـڌي شاگـرد سيـاست جا گـذريـل ڏه ٻـارهـن سـال، شاگـرد سياسـت جـو اهـڙو اونـداهـو دؤر ڪـري ليڪجن جنهـن تـي هـر بـاشعـور مـاڻهـو جـو ڪنـڌ شرم کان جهڪيل آهي تـہ بـہ وڌاوءُ ڪـونهي.

پر انهـن جـي معنـيٰ اهـا بـہ ڪـونهـي تـہ ان سڄـي دؤر ۾ شـاگـرد سيـاسـت ۾ مثبت ۽ ترقي پسنـد سـوچ رکنـدڙ ۽ عمـل ڪنـدڙ سيـا سـي ڪـارڪـن هئا ئـي ڪـونـہ، ائيـن ڪـرڻ شهيـد نـذيـر عبـاسـي جـي رت جـي تـوهيـن ڪـرڻ جـي برابر آهـي. اڄ جي شاگرد سياست ۾ پيـدا ٿيـنـدڙ مثبـت سـوچ خـود بخـود يـا ڦـوڪ ڏيـڻ سـان معجزانـہ طـور پيدا نـہ ٿـي آهـي، نـہ ئـي وري ڪنهـن خـود سـاختـہ بـرک ڏاهـي جـي قلـم جـي اُڻـت مـاري جـو نتيجـو آهـي. پر اهـا سـوچ ڪيتـرن ئـي سچـن ۽ سنجيده دوسـتن جـي مستقل مزاج جدوجهد ۽ حالتن جي دٻاءُ ڪري پيدا ٿي آهي.

انهـن سببـن جـي ڪـري ۽ انهـن ڪـان عـلاوه سنـڌ جـي شهـرن ۾ وڌنـدڙ دهشتگـردي، ڳـوٺـن ۾ ڌاڙيـلن جـي آزار، سيـاسـي انـارڪـي سنـڌي وچـولي طبقـي انـدر وڌنـدڙ سيـاسـي سجـاڳـي جـي ڪـري مجـموعـي طـور تـي شاگرد سياست جي قلعي کلي پئي آهي ۽ چمڪ دمڪ ختم ٿي وئي آهي. هاڻي ۴ مارچ جي جدوجهد جي خوابن پري تاثير ۾ وڌيـڪ ديـر تـائيـن لطـف انـدوز ٿيـڻ جـي بجاءِ گـذريـل سيـاه دؤر جـي ڪـارڪـردگـي تـي ذلـت ۽ شـرم جـو احسـاس وڌي رهيـو آهـي. هاڻـي حـالتـن ۽ حقيقتـن جـي آئينـي ۾ پنهنجـي ڀيـانـڪ شڪـل ڏسـڻ سـان، حقيقـت پسنـد رجحـان تيـز ٿـي رهيا آهن.

اڄ پنهنجـي ڪـمـزوريـن جـو احسـاس ٿـي رهيـو آهـي تـہ نقـل،

ارهہ زورائي ۽ سفارش جي دؤر ۾ اسانجي شاگردن جي صلاحيتن جي
مَرَ گوڏا ڇني ڪين اپاهج بنائي ڇڏيو آهي اڄ جي شاگرد جو سڀ ڪان
وڏو مسئلو، منجهس اعتماد جي کوٽ آهي، جيڪا سندس سبجيڪٽ
۾ مهارت پيدا نہ ڪرڻ سبب پيدا ٿي آهي جنهنجي ڪري ڏاريان
ماٺهو، پنهنجي تعليمي ۽ فني صلاحيتن جي بنياد تي، اسانجن ٿي
وسيلن تي قبضو ڪندا اڳتي وڌي رهيا آهن ۽ اسين وڌڻ چاهيو ن بہ
ٿا تہ بہ نہ ٿا وڌي سگهون ڇاڪاڻ جو پنهنجن هٿن سان اسان
پنهنجن پيرن ۾ خود فريبي جون لوهي زنجيرون وجهي ڇڏيون آهن.

دوستو!

۱) انهي سڄي صورتحال جي تفصيلي جائزي وٺڻ ڪانپوء آئون هنَ نتيجي
تي پهتو آهيان تہ اڄ جي شاگرد سياست کي هيئين بُنيادن تہ
ڪم ڪرڻ کپي انقلاب جو هر اول دستو ۽ اصلي قوت جي دعوي
ڪرڻ جي بجاء نظرياتي ايمانداري تحت انقلاب جي اصل قوت
هيئين ۽ وچولي طبقي کي سمجهندي، منجهن مظبوط تنظيم ۽ پارٽي
قائم ڪئي وڃي.

۲) شا گرد تنظيم کي شاگرد تنظيم ئي سمجهي هلايو وڃي، اُن ڪان
پارٽي جو ڪم نہ ورتو وڃي .

۳) ڇڙواڳ ۽ اڪيلي سر جدوجهد ڪرڻ جي بجاء، سماج جي مختلف
طبقن سان گڏجي ڪري، انهنن جي رهنمائي ۽ سرپرستي هيٺ
جدوجهد ڪئي وڃي، يعني شاگرد تنظيم کي پارٽي جي ذيلي تنظيم
طور هلايو وڃي.

۴) تعليم ۽ سياست ڏانهن ذميوارانا رويو رکيو وڃي. تعليم ۽ سياست
منجهہ هڪ توازن پيداڪيو وڃي شاگردن کي وڌيڪ کان وڌيڪ
تعليم حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ بهتر کان بهتر سياست جا طريقا
اختيار ڪرڻ گهرجن.

۵) هڪبئي ڏانهن اختلاف هوندي بہ، اتفاق، سهڪار ۽.رواداري
جي جذبن هيٺ، جدوجهد جا گهٽ ۾ گهٽ ڪي بنيادي نقطائي
ڪيا وڃن. تہ جئين گڏيل جدوجهد ڪري سگهجي. ڇاڪاڻ جو

زمين ۽ آسمان، اسانجون جهوپڙيون ۽ محل، اسانجا گيت ۽ مَرثيا، اسانجا لُڙڪ ۽ ٽهڪ ساڳيا آهن، گڏيل آهن.

٦) ڪلاشنڪوف ڪلچر، هرڪلچر جو موت آهي، شاگردن کي گهرجي تہ گهٽ ۾ گهٽ تعليمي ادارن جي حد تائين ڪلاشنڪوف ڪلچر جي خاتمي ۽ پُرامن نسياسي ۽ تعليمي ماحول قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺن.

٧) شاگرد سياست مان وقت کان وچڙيل مُدي خارج روايتن کي ختم ڪرڻ سان گڏ، نئين مثبت روايتن کي سگهاري بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي وڃي.

٨) شاگرد تنظيمن کي، قومي سياست سان گڏ، نقل جي رجحان خلاف زبردست ويڙهہ پڻ ڪرڻ گهرجي. بائيڪاٽ جي روايت جو ئي بائيڪاٽ ڪيو وڃي ۽ اٽي ٽوڙ فيس نصابي ڪورس جي پيهر ترتيب ۽ امتحانن جي طريقہ ڪار جهڙن بين معاملن تي پُر امن طريقي سان جدوجهد ڪرڻ گهرجي.

٩) استاد، شاگرد ۽ والدين جي وچ ۾ پيدا ٿيل غلط فهمين ۽ بداعتمادين کي ختم ڪرڻ جون ڪوششون ورتيون وڃن. ان مقصد لاءِ ايسوسئيشن جوڙي، استادن، شاگردين ۽ والدين گڏجي ڏهاڙا ملهائين.

جيڪڏهن اسين ائين ڪرڻ ۾ ڪامياب وياسين تہ مونکي يقين آهي تہ اُهي ماڻهون، جيڪي انهن حالتن کان بيزار ٿي ويا آهن، اُهي ئي اميد پرين نگاهن سان اسان جي عظيم الشان فتحن جا منتظر هوندا. اُن لاءِ ضروري آهي تہ هنئير کان ئي سنجهي ويل اسين پنهنجي جليل آشياني جي رک ميڙي محلات جي تعمير جو ڪم شروع ڪري ڏيون.

ارشاد موورياڻي

مان اوهان کي هن ڪاليج(لياقت ميڊيڪل ڪاليج) ۾ اچڻ تي آجيان چوان ٿو، ۴ مارچ جو ڏينهن سنڌي شاگردن لاءِ تمام گهڻي اهميت جو حامل آهي مان گهڻن سالن کان ڏاڍو مايوس هوس ته هن چوٿين مارچ جي ڏينهن کي سنڌي شاگرد بلڪل وساري ڇڏيو آهي، اڄ مونکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي ته اسانجي هن ڪاليج جي شاگرد مير عالم مري ۽ هن جي ٻين دوستن ۽ ساٿين ۴ مارچ جي ڏينهن کي ٻيهر ملهايو آهي، مان تمام گهڻو خوش ٿيو آهيان ۽ هنن کي مبارڪباد ٿو چوان، توهان جي وڏي مهرباني

خالق

# ۴-مارچ ۽ اڄ جي شاگرد سياست

۴-مارچ جديد سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم ڏينهن ۴-مارچ ۱۹٦٧!! سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهڙو ڏينهن جنهن هڪ نئين دور جي آمد جو اعلان ڪيو قومن جي تاريخ ۾ اهڙا غير معمولي ڏينهن ڪنهن خاص ماحول جي نتيجي ۾ جنم وٺندا آهن ۽ وري موٽ ۾ هڪ خاص سوچ کي جنم ڏئي ويندا آهن. جيڪڏهن اڄ جي ماحول ۾ ويهي ۴-مارچ ۱۹٦٧ جو صرف واقعاتي جائزو وٺجي جنهن مطابق هڪ سرڪاري اهلڪار خلاف جلوس ڪڍندي ٻه سؤ کان مٿي شاگرد گرفتار ۽ ڪجهه زخمي ٿيا ته ائين لڳندو ته اهو ڪو ايڏو وڏو اهم واقعو ته ڪونهي، پر ڪنهن واقعي يا عمل جي اهميت جو صحيح اندازو لڳائڻ لاءِ ضروري آهي ته ان کي ان جي حقيقي تناظر ۾ ڏسجي، ان وقت جي ماحول ۾ حالتن کي نظر ۾ رکجي ۽ انهن نتيجن ۽ اثرن تي غور ڪجي جيڪي ان واقعي يا عمل معاشري تي ڇڏيا.

۴-مارچ ٦٧ کان اڳ جي ماحول تي نظر وجهبي تن اهو ڪجهه هنئين نظر ايندو، پاڪستان تي سول ڊريس ۾ فوجي جنرل حڪومت ڪري رهيو هئو- ملڪ ۾ سنگين قسم جي ڊڪٽيٽرشپ نافذ هئي، هر قسم جي سياسي سرگرمي قتل کان وڌيڪ سنگين جرم هئي ۽ ايمرجنسي، ڊفينس آف پاڪستان رولز ۽ ۱۴۴ ذريعي حڪومت هلائي پئي ويئي. سياسي جماعتن جو وجود نه هئڻ جي برابر هئو ۽ ملڪ جي مغربي حصي تي موت جهڙي خاموشي ڇانيل هئي. سياستدان ڪڏهن ڪڏهن اخباري بيانن ذريعي پنهنجي موجودگيءَ جو احساس ڏيارڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن غلطيءَ سان ڪنهن ٻه سياسي قسم جي ميڙ ۾ شرڪت ڪندا هئا ته شام جو حد جي ڪاموري کان معافي وٺي حساب برابر ڪندا هئا. پاڪستان جي قيام جي شروعاتي ڏينهن

ڪانوڻي فوج ۽ ڪاموراشاهيءَ جي جيڪا پيگهي متل هئي سا هن دور ۾ عروج تي پهچي چڪي هئي. فوج اندروني ۽ بيروني پاليسيون جوڙڻ جا اختيار پاڻ وٽ رکندي سول ڪامورن کي عوام جي روزمره زندگيءَ جو خدا بڻائي ڇڏيو هئو جن جي اڳيان مسڪين ماڻهو پنهنجي عزت، روزگار ۽ ويندي زندگي لاءِ مجبور هوندا هئا. ائين چوڻ ۾ شايد وڌاءُ نه ٿيندو ته ڪامورن کي ايترا لامحدود اختيار انگريز جي دور ۾ به نه هئا جيترا ايوب خان جي دور ۾ هئا.

پنجاب سان وسطو رکندڙ اهڙي ئي هڪڙي ڪاموري کي حيدرآباد جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. ڪامورو ۽ پنجاب سان واسطو، انهن ٻنهي خوبين جي ڪري هو سنڌي ماڻهن سان مفتوحن وارو ورتاءُ ڪرڻ لڳو، علم ۽ عقل جي آماجگاه سنڌ جي عظيم درسگاهه سنڌيونيورسٽي کان پنهن جي جاگير سمجهندي ان جي استادن، عملي ۽ شاگردن کي پنهنجي ملازمن وانگر هلائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. جڏهن يونيورسٽيءَ جي معاملن ۾ هن جي مداخلت حدون اورانگهڻ لڳي تڏهن يونيورسٽيءَ جي غيرتمند وائس چانسلر مزاحمت ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ۽ شاگرد پنهنجو تعليمي، اخلاقي ۽ قومي فرض نڀائيندي وائيس چانسلر جي حمايت ڪندي ڪمشنر ۽ ان جي طاقت ۽ سازش ذريعي منڊيل، مانڊاڻ کي چئلينج ڪيو، اهو رڳو هڪ ڪاموري جي اختيار کي چئلينج ڪون هئو پر ان سڄي نظام کي چئلينج هئو جنهن جو بنياد طاقت، دٻاءُ ۽ ڌهڪاءَ تي رکيل هئو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن پنهنجي جرائتمندانه جدوجهد ذريعي سنڌ سان گڏوگڏ سڄي پاڪستان جي باشعور ماڻهن کي پيغام ڏنو ته اهو ظلم ۽ جبر تي ٻڌل نظام ناقابل تسخير ناهي.

۴- مارچ واري جدوجهد ذريعي سنڌي شاگردن ٻن مختلف پر هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ميدانن ۾ اڳواڻيءَ وارو ڪردار ڪيو (گهڻ ۾ گهڻ مغربي پاڪستان جي حد تائين) هڪ طرف هنن فوجي ۽ سول بيوروڪريسيءَ جي عوام متان مڙهيل آمريت تي وار ڪيو ۽ جمهوري جدوجهد ۾ پهريون قدم کڻندي ملڪ جي مڙني باشعور ۽ آمريت دشمن

قوتن کي اتساهه بخشيو- ان کان بعد ۾ ئي ڪراچيءَ کان وٺي پشاور تائين شاگردن جي تحريڪ هلي جنهن ۾ اڳتي هلي سياسي پارٽيون ۽ سماج جا پيا باشعور حصا شامل ٿيا ۽ جنهن مشرقي پاڪستان ۾ پهرين کان هلندڙ تحريڪ سان گڏجي ايوب خان جي آمريت جو خاتمو آندو- پاڪستان آمريت جي خلاف جدوجهد جو چيمپئن چوائيندڙ پيپلز پارٽيءَ به ۴-مارچ ٦٧ کان پوءِ وجود ورتو ۽ ان جي سربراهه ذوالفقارعلي ڀٽي ايوب خان جي مخالفت جو اعلان ڪيو ته سڀ کان پهرين سنڌيونيورسٽي ئي هئي جتي ڪيس تقرير ڪرڻ لاءِ گهرايوويو، اها ٻي ڳالهه آهي ته اتي به هن سنڌ جي بجاءِ پنجاب جي مفادن جي طرفداري ڪئي- ٻئي پاسي ۴-مارچ سنڌي قوم جي انهن جذبن جو اظهار هئو،جيڪي ڏارين حڪمرانن جي ڏاڍ ڏمر ۽ ڦرلٽ جي خلاف دلين ۾ جنم وٺي چڪا هئا- سنڌ کي ون يونٽ جي زنجيرن ۾ جڪڙيو ويو هئو، سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪيو پئي ويو۽ سنڌي ماڻهن کان سمورا سياسي ۽ اقتصادي حق کسيا ويا هئا، پنهنجي قومي تشخص جي بحالي ۽ قومي حقن جي حاصلات لاءِ سنڌي ماڻهن جي سوچن پنهنجو پهريون عملي اظهار ۴-مارچ ١٩٦٧ تي ڪيو- ان ڏينهن کان سنڌ جي قومي حقن جي جدوجهد کي هڪ بلڪل نئون موڙ ۽ نئو بنياد مليو جنهن تي اڳتي هلي قومي آزديءَ واري وسيع جدوجهد جي تعمير ٿي. اهڙيءَ ريت ۴-مارچ جي جدوجهد اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ته جمهوري جدوجهد ۽ قومي حقن جي جدوجهد ٻئي هڪ ٻئي جون مخالف نه پر مددگار آهن- بلڪ وڌيڪ صحيح ائين آهي ته جتي شخصي آمريت سان گڏ قومي جبر به هجي اتي قومي جدوجهد ئي جمهوري جدوجهد جي اصلي ۽ بنيادي شڪل ٿئي ٿي،باقي جمهوري جدوجهد جون ٻيون سموريون صورتون ثانوي حيثيت رکندڙ ۽ ان جي ماتحت ٿين ٿيون چاڪاڻ ته ايوبي آمريت ته پوري ملڪ تي ڇانيل هئي ۽ ملڪ جي ٻين حصن ۾ جمهوريت جي ڳالهه ڪندڙ ڪيترين ئي پراڻيون ۽ تجربيڪار پارٽيون هيون ۽ خود ملڪ جي ٻين يونيورسٽين ۾ شاگرد تنظيمون وڌيڪ پراڻيون ۽ وڌيڪ وسيع هيون پر ڊڪٽيٽرشپ جي خلاف پهريون ڀرپور آواز سنڌيونيورسٽيءَ مان اٿيو چاڪاڻ ته سنڌي قوم قومي جبر

جو پڻ شڪار هئي.

هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ ان وقت سنڌ جي جدجهد ۾ شاگردن جو ايترو وڏو حصو هئڻ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟ هونءَ تہ ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا پر منهنجي خيال ۾ بہ اهم آهن.هڪ تہ سڄ جو ڏهاڪو ۽ ستر واري ڏهاڪي جو پهريون اڌ پوري دنيا خا،س ڪري ٽين دنيا جي ملڪن ۾ شاگرد تحريڪن جي عروج جو زمانو هئو. ڪيترن ملڪن ۾ تہ ڪافي وڏيون ۽ پراڻيون سياسي جماعتون هئڻ جي باوجود اتي جي سياسي عمل ۾ شاگردن جو ڪردار رهنمائيءَ وارو هئو جهڙوڪ بنگلاديش ( اڳوڻو مشرقي پاڪستان)، ترڪي، ٿائلينڊ ۽ ڪوريا وغيره، ان جا اثر لازمي طور سنڌ تي پوڻاهئا. ٻيو ۽ شايد سڀ کان وڌيڪ اهم سبب اهو هئو تہ وچولو طبقو جيڪو ڪنهن بہ تحريڪ لاءِ بنيادي حيثيت رکندو آهي، پاڪستان ٺهڻ جي نتيجي ۾ اهو سنڌ مان تقيباً ختم ٿي ويو، پاڪستان جو ٺهڻ وقت پيدا ٿيندڙ نسل سڄ جي ڏهاڪي دوران ڪاليجن ۽ يونيورسٽين تائين پهچي چڪو هئو جنهن سڀ کان پهريائين قومي ڏاڍ جي چوٽ محسوس ڪئي، ان کان علاوه وچولو طبقو نہ هجڻ ڪري سائين جي-ايم-سيد ۽ ٻين قومي جاڳرتا لاءِ ڪم ڪندڙ دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن پڻ پنهنجي توجہ شاگردن تي مرڪوزڪئي- انهن سيني ڳالهين گڏجي شاگردن کي سنڌ جي قومي حقن واري جدوجهد جو مرڪزي نقطو بڻائي ڇڏيو. اها صورتحال تقيباً ۷۰ جي پهرئين اڌ تائين برقرار رهي، ان جو ثبوت اهو آهي تہ جڏهن ۱۹۷۳ ۾ عوامي آئين جي شڪل ۾ سنڌ جي محڪومي لکي وڌيڪ پختو ڪيو ويو تہ ان جي خلاف سنڌي شاگرد ئي هئا جن جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي اڳواڻيءَ ۾ ان آئين جي خلاف مزاحمت جو آواز بلند ڪيو.

اتان کانپوءِ صورتحال ۾ تبديلي شروع ٿئي ٿي،سنڌ جي قومي جدوجهد جو هڪ اهم حصو هئڻ جي باوجود شاگردن جو اڳواڻيءَ وارو ڪردار باقي نٿو رهي ڇاڪاڻ تہ انهن کي اها حيثيت ڏياريندڙ حالتون نٿيون رهن، عالمي سطح تي بہ صورتحال تبديل ٿي ويئي ۽ سنڌ اندر بہ معاشري جي ساڳي حالت نہ رهي، معاشري ۾ تبديلي اچڻ ۽ ماڻهن

کي جدوجهد تي آماده ڪرڻ ۾ به عنصر مک ڪردار ادا ڪندا آهن، هڪ معروضي حالتون ۽ ٻيو باشعور ماڻهن جي شعوري جدوجهد، وقت گذرڻ سان گڏ سنڌ جي قومي ڦرلٽ وڌيڪ سنگين شڪل اختيار ڪندي ويئي ۽ ان جا اثرات جيترو زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ وڌيڪ ظاهر ٿيڻ لڳا اوترو وڌيڪ ماڻهن ۾ ان جي خلاف ڪجهه ڪرڻ جو جذبو پيدا ٿيو. ان ڪان علاوه تعليم يافتا نوجوانن جي عملي زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ اچڻ ۽ مفڪرن ۽ سياسي ڪارڪنن جي سجاڳي آڻڻ واري ڪم جو دائرو وڌڻ ڪري عام ماڻهو خاص ڪري وچولي ۽ هيٺين طبقي جا ماڻهو وڌ ڪان وڌ عملي جدوجهد ۾ اڳتي اچڻ لڳا، ائين ڇهتر ۽ ستر واري ڏهائي جي پڄاڻين اڌ وارو عرصو (Transition Period) تبديليءَ جو دور هئو. ان دوران قومي حقن جي جنگ ۾ اصلي قوت ۽ اڳواڻيءَ واري حيثيت شاگرد تنظيمن ڪان عوامي سياسي پارٽين ڏانهن منتقل ٿيڻ لڳي جنهنجو اظهار اسيءَ جي ڏهاڪي ۾ ٿيو ۽ جنهنجي ڀرپور جهلڪ ۱۹۸۳ ۾ ڏسڻ ۾ آئي، انڪانپوءِ سنڌ جي قومي آزاديءَ لاءِ هلندڙ مجموعي تحريڪ يا ان ۾ رڪاوٽون وجهڻ ۽ ان کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ حڪمرانن طرفان پيدا ڪيل مسئلن جهڙوڪ ڌارين جي آبادڪاري، پاڻي جو مسئلو، فوجي ڇانوڻين جي تعمير، دهشت گردن، ڌاڙيلن ۽ فوج هٿان سنڌي ماڻهن جو قتل عام ۽ سياسي ڪارڪنن جي گرفتارين خلاف هلندڙ جدوجهدن ۾ سياسي پارٽين جو وڌندڙ ڪردار نظرڻواچي ۽ شاگردن جو نه رڳو اڳواڻيءَ وارو ڪردار نٿو رهي پر مجموعي قومي تحريڪ جي هڪ حصي طور ڪين جيڪو رول ادا ڪرڻ کپي شاگرد تنظيمون ان ڪان به قاصر رهيون. ان جا به ڪجهه ڪارڻ آهن، جئين اسان مٿي چئي آياسين ۷۰ جو پويون اڌ تبديليءَ وارو دور هئو جنهن دوران سنڌ جي سياسي صورتحال سان گڏ سياسي قوتن جي بيهڪ ۽ ڪردار ۾ پڻ تبديلي آئي پر افسوس جو شاگرد تنظيمون ۽ خاص ڪري قومپرست شاگرد جماعتون نين حالتن جو ادراڪ ۽ تجزيو ڪري وقت جي ضرورتن مطابق پاڻ تبديلين آڻڻ ۾ ناڪام ويون بلڪ ائين چوڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو ته انهن پاڻ ۾ تبديلي آڻڻ جي ڪوشش ئي ڪانه

ڪئي. ان جي ابتڙ هنن پنهنجي سمورين صلاحيتن ۽ ڪوشش جو مرڪز ان ڳالهہ کي بڻايو تہ ڪهڙي بہ طريقي سان سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ سندن قائدانہ ڪردار برقرار رهي. ڪنهن مخصوص مرحلي تي ڪنهن مخصوص طبقي يا گروه جو ڪردار جو تعين تہ حالتون ئي ڪنديون آهن ۽ بدليل حالتن ۾ اهو ممڪن ئي ڪونہ هئو تہ سنڌ اندر شاگردن جي پراڻي حيثيت برقرار رهي،حالتن مطابق پاڻ ۾ مثبت تبديليون آڻڻ بجاءِ شاگرد تنظيمن ۽ خاص ڪري انهن جي ليڊرن پنهنجي ذات کي اڀارڻ لاءِ منفي طريقا اختيار ڪيا. سياسي جدوجهد ۾ جڏهن هو ڪو معقول ڪردار ادا ڪرڻ ۾ ناڪام ويا ۽ پڻ تعليمي ادارن ۾ اندر شاگردن جي صحيح ترجماني ڪرڻ جا اهل نہ رهيا تہ هنن تشدد جو رستو اختيار ڪيو، اهڙو تشدد جنهن ۾ پنهنجي ۽ پرائي جي ڪابہ تميز نہ هئي بلڪ ان تشدد جو نشانو زياده تر پنهنجا ئي بڻيا. صورتحال ايتري تہ افسوسناڪ ٿي ويئي جو جڏهن سرڪار تعليمي ادارن کي پٽيون ڏياري دروازن تي پوليس وارن کي ويهاريو تہ عام شاگردن ان جي مزاحمت ڪرڻ جي بجاءِ ان جي خاموش آجيان ڪئي.

قومي ڪارڪن جڏهن قوم جي اجتماعي نجات ۽ بهتريءَ واري جدوجهد ۾ شريڪ ٿئي ٿو تہ ان جي ذات اجتماعي ڀلي جي ضرورتن جي ماتحت ٿيو رچي ۽ هو قومي مفادن خاطر ۽ قوم جي ان حصي جي مفادن خاطر جنهنجي هو نمائندگي ڪري ٿو، پنهنجا ذاتي مفاد قربان ڪرڻ جو علان ڪري ٿو، پر سنڌ جي قومپرست شاگرد اڳواڻن جي معاملي ۾ صورتحال بلڪل ابتڙ هئي. هو نہ رڳو اهو سمجهڻ لڳا پر افسوس جنو اعلانيہ طور چوڻ لڳا تہ ڇاڪاڻ تہ هو قومپرست آهن ان ڪري سنڌي شاگردن کي ۽ پوري سنڌي قوم کي هنن لاءِ قربانيون ڏيڻ کپن. ان ڏس ۾ اهي علان قابل ذڪر آهن تہ جيڪڏهن اسانکي پڙهائيءَ کان محروم ڪيو ويو تہ سنڌ جو ڪو بہ شاگرد تعليم حاصل نہ ڪري سگهندو ۽ جيڪڏهن اسان لاءِ تعليمي ادارن جا دروازا بند ڪيا ويا تہ ڪو بہ تعليمي ادارو کلي نہ سگهندو- ۽ پوءِ نہ رڳو هنن اهو چيو پر سچن انقلابين وانگر ان تي عمل بہ ڪري ڏيکاريو- رڳو اتي بس ڪانہ ٿي پر

تعليمي ادارن بند ڪرائڻ ڪانپوءِ سنڌي شاگردن جي والدين ڏانهن
اخبارن ذريعي پيغام موڪليا ويا تہ جيڪڏهن اهي چاهين ٿا تہ سندن
اولاد تعليم حاصل ڪري تہ پوءِ اهي حڪمرانن وٽ وڃي اپيلون ڪن
تہ ڪين يعني شاگرد ليڊرن کي تنگ نہ ڪيو وڃي.

ان قسم جي شاگرد سياست جو نتيجو اهو ٿيو جو شاگرد
تنظيمون نہ رڳو قومي سياست ۾ ڪو ڪردار ادا نہ ڪري سگهيون پر
شاگرد طبقي جو اعتماد پڻ وڃائي ويٺيون- آخر صورتحال اها وڃي بيٺي
تہ شاگرد جماعتن جو نہ تہ شاگردن سان ڪو واسطو رهيو ۽ نہ ئي انهن
جو شاگرد ڪردار باقي رهيو- قومپرست شاگرد تنظيمن جي ليڊرن ۽
ڪارڪنن جي اڪثريت اهڙن ماڻهن تي مشتمل وڃي بيٺي جيڪي
شاگرد ڪونہ هئا ۽ جن جي سرگرمين جو ميدان تعليمي ادارن کان ٻاهر هئو.

هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ سنڌ جي قومي تحريڪ ڪهڙي
مرحلي تي بيٺي آهي ۽ ان ۾ شاگرد سياست ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿي
سگهي يا ان کي ڪهڙي قسم جو ڪردار ادا ڪرڻ کپي- هن وقت سنڌ
جي قومي سياست کي تباهہ ڪرڻ لاءِ حڪمران ٽولن پارن مختلف حربا
هلايا پيا وڃن. هڪڙن سياسي ڪارڪنن کي جيلن ۾ بند ڪيو پيو
وڃي تہ ٻين کي (Corrupt) ڪري يا ايجنٽ بڻائي هڪ طرف انهن کان
سنڌدشمنيءَ وارا ڪم ڪرايا ٿا وڃن تہ ٻئي طرف پروپيگنڊا ڪري
سنڌي ماڻهن کي قومي سياست ڪندڙ پارٽين کان متنفر ڪرڻ جون
ڪوششون ڪيون پيون وڃن- نہ رڳو سياست پر سنڌي سماج جي
سمورن اهم حصن کي ناڪاره ڪرڻ لاءِ گهڻ طرفا حملا ڪيا پيا وڃن-
صنعتي ميدان ۾ سنڌي ماڻهن جي اچڻ جا سمورا رستا بند ڪيا پيا
وڃن ۽ جيڪي اڳ۾ آيل آهن انهن کي بيدخل ڪيو پيو وڃي - تعليمي
ادارن کي جديد کان جديد اسلحي جي تجربي گاهن ۾ تبديل ڪيو ويو
آهي. پهرين شاگردن کي پاڻ ۾ ويڙهايو ٿو وڃي ۽ پوءِ امن امان جو بهانو
بڻائي فوج ۽ پوليس جون چوڪيون قائم ڪيون ٿيون وڃن- اپرنڊڙ
وچولي طبقي کي ڪچلڻ لاءِ دهشتگردن ۽ ڌاڙيلن جون فوجون تيارڪيون
ويون آهن- ان صورتحال جو مقابلو صرف پوري سنڌي قوم متحد ٿي ئي

ڪري سگهي ٿي- ان لاءِ ضروري آهي تہ نہ صرف قومي سياست کي درست ۽ مضبوط بنيادن تي منظم ڪجي پر زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ڪم ڪندڙ قومي ڪارڪنن کي گهرجي تہ اهي ان شعبي کي مستحڪم ۽ منظم ڪن ۽ پاڻکي ان واسطيدار شعبي جو حقيقي نمائيندو تسليم ڪرائن- ۽ پوءِ جڏهن قومي پارٽيءَ طرفان قومي حقن لاءِ ڪابہ جدوجهد هلي تہ ان جي پنهنجي پنهنجي پليٽ فارم تان حمايت ۽ مدد ڪئي وڃي تہ جيئن اها حقيقي معنيٰ ۾ هڪ قومي تحريڪ بڻجي وڃي- ان حوالي سان هڪ قومپرست شاگرد تنظيم جي اها ذميواري ٿئي ٿي تہ اها پاڻکي هڪ صحيح معنيٰ ۾ پيشہ ورشاگرد تنظيم بڻائي، هڪ غلام ملڪ جي شاگرد تنظيم- ان مان مرد اها آهي تہ هڪ طرف ان جون پاڙون شاگردن ۾ مضبوط هجن ۽ اها شاگردن جي پيشہ ورانہ مسئلن جي حل لاءِ جدوجهد ڪندي هجي پر جئين تہ غلام ملڪ ۾ هر شيءِ سياست جي زير اثر ٿئي ٿي تنهنڪري ٻئي طرف پاڻکي ۽ پنهنجي معرفت شاگرد سياست کي قومي سياست سان واڳيل ۽ ان جي ماتحت رکي - ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ اها شاگرد سياست ڪري پر ٽريڊيونين نہ بڻجي ۽ قومي سياست ۾ حصيدار ٿئي پر پاڻکي سياسي پارٽي نہ سمجهي.

سيني سنڌ دوست ماڻهن لاءِ اها اطمينان ڏيندڙ ڳالهہ آهي تہ گذريل ٿوري عرصي کان شاگرد سياست ۾ مثبت تبديلي ايندي محسوس ٿي رهي آهي. گهٽ ۽ ٻوسٽ واري ماحول ۾ تازي هوا جا جهوٽالڳندي محسوس ٿي رهيا آهن- شاگردن منجهان اهڙا دوست اڳتي اچي رهيا آهن جيڪي تعليمي ادارن اندر صحتمند ماحول پيدا ڪرڻ سان گڏو گڏ شاگردن کي قومي سياست سان ڳنڍڻ ۽ قومي ڌارا ۾ انهن کي صحيح ۽ مناسب مقام ڏيارڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيا آهن. جنهنجو اظهار "علم دوست قوم دوست " ۽ "وڌيڪ تعليم بهتر سياست" جهڙن نعرن منجهان ٿئي ٿو- اهي پاڻ کي قوم کان مٿانهون سمجهڻ بجاءِ پاڻکي پنهنجي سمورين خوبين ۽ خامين سميت قوم آڏو پيش ڪن جئين اڄ جو هي ۴- مارچ سيمينار. البتہ انهن دوستن کي بہ آءٌ ايتري گذارش ضرور ڪندس تہ جڏهن ان مثبت سوچ جي سنڌي قوم طرفان مثبت

موٽ ملي تہ ان کي ڪن ماڻهن وانگر پنهنجي ذاتي مقبوليت سمجهڻ بجاء صحيح واٽ جي ڪاميابي سمجهن.     (مهرباني)

جامي چانڊيو

## ۴ مارچ ۽ سنڌ جي شاگرد سياست
## هڪ تنقيدي جائزو:

هونئن تہ وقت ۽ تاريخ جي ڦيٿي کي ڪابہ طاقت اڳتي وڌڻ کان روڪي نہ ٿي سگھي پر ڪي ڪي فرد، واقعا، حادثا، اتفاق ۽ گھڙيون پنهنجي غير معمولي اهميت ۽ افاديت جي ڪري اهڙا بہ ٿين ٿا، ان جي رفتار ۾ تيزي ۽ واڌارو ضرور آڻين ٿا. سماجي اتهاس اهڙن اڪيچار واقعن سان ڀريو پيو آهي. جي فرينچ انقلاب نہ اچي ها ۽ عام طرح سڄي دنيا اندر ۽ خاص ڪري يورپ اندر جاگيرداري کي ڪاپاري ڌڪ نہ لڳي ها، تہ شايد يورپ بلڪ سڄي دنيا جون سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتون اڄ ڪجھہ مختلف هجن ها. هن صدي جي شروعات ۾ (Organic Chemistry) دريافت نہ ٿئي ها ۽ پوءِ ڪمپيوٽر ايجاد نہ ٿي ها تہ دنيا اقتصادي ۽ سماجي لحاظ کان ترقي ۽ اوسر جي جنهن سطح تي هاڻي بيٺل آهي اتي شايد هرگز نہ پهچي سگھي ها. ٻي جنگ عظيم کي (Justify)تہ نٿو ڪري سگھجي. پر اهي ان جا غير معمولي تباهہ ڪاري جا اثر ئي هئا جن انسان ذات کي وڏيڪ ذهني ۽ جسماني ڀورهيي تي مجبور ڪيو ۽ سائنس ۽ ٽيڪنالاجي کي ترقي جي هن معراج تي پهچايو. ائين غور ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ انسان ذات جي هاڻوڪي ترقي ۾ اهڙن هزارين، لکين ۽ ڪروڙين واقعن، لقائن ۽ حادثن جو نهايت وڏو عمل دخل آهي. اهڙي طرح قومن جي تاريخ ۾ بہ اهڙا ڪيترا واقعا، اتفاق، حادثا ۽ شعوري ڪوششون، جدوجهد ٿين ٿيون، ان جي تباهي توڙي ترقي ۾ نهايت اهم ڪردار اداڪن ٿا. مثلاً پاڪستان ٺهڻ وقت جي سنڌي وڏيرو قوم ۽ ان جي مفادن سان غداري ڪري پناهگيرن جي آجيان نہ ڪري ها ۽ ڪوڙن ڪليمن ڪٽڻ ۾ سندس مددگار نہ ٿئي ها تہ ڇا سنڌ جو سياسي توڙي سماجي نقشو اهو هجي ها جيڪو هيئنر آهي؟ جي موقعي پرست ۽ غدار سنڌي وڏيرن ون يونٽ ٺهرائڻ ۽

پاڪستان جي پوءِ جي سڄي سياسي تاريخ ۾ قومي جمهوري حقن تي ڌاڙو هڻندڙ فوجي آمريت جو پچ لٽڪائڻ ۾ ڪيجهو نه ٿيئي ها ته ڇا سنڌي ماڻهن جي سياسي، اقتصادي ۽ قومي جمهوري حقن تي هيئن ڌاڙا هڻڻ ۽ سنڌن قومي وجود کي ڪاپاري ڌڪ هڻڻ ايترو سولو ۽ آسان هجي ها جيترو هينئر آهي؟ ظاهر آهي ته صورتحال گهڻو مختلف هجي ها. ائين قومي تاريخن ۾ فردن توڙي سياسي، سماجي گروهن توڙي تنظيمن جون اهڙيون اڪيچار انفرادي توڙي اجتمائي ڪوششون، جدوجهدون ۽ قربانيون ٿين ٿيون، جيڪي بظاهر ته ننڍيون ۽ معمولي نوعيت جون هجن ٿيون پر اهي دراصل وڏين جدوجهدن، تحريڪن ۽ تبديلين جا بنياد وجهن ٿيون. جي سقراط زهر جي پيالي کي ۽ گليليو موت کي پنهنجي زندگي تي فوقيت نه ڏين ها ته ڇاسچ جي امرتا ابدي لازوال ۽ زنده حقيقت بنجي سگهي ها؟ منهنجي نظر ۾ ۴- مارچ جي شاگرد جدوجهد به ان ڪري وڏي اهميت جي حامل آهي جو ان جدوجهد نه رڳو ون يونٽ جي دؤر ۾ سياسي جمود کي ٽوڙيو پر هڪ سياسي تحريڪ جو بنياد وڌو. مونکي نالو ته ياد ناهي پر ڪٿي پڙهيو هئم ته ڪنهن سنڌي اديب ۴-مارچ جي شاگرد جدوجهد کي سنڌ جي "ڏين بين ڦو" سڏيو هو، پر مان يوسف لغاري جي ان راءِ سان وڌيڪ سهمت آهيان جنهن ۾ هن چيو هو ته ۴- مارچ جي سنڌي شاگرد جدوجهد دراصل پاڪستان کانپوءِ سنڌي عوام جي مدد سان سنڌي شاگردن جي پهرين منظم جدوجهد هئي. سماج ۽ ان ۾ لاهيون چاڙهيون ۽ اٿلون پٿلون هڪ ٻئي سان مشروط آهن . پر ڪي ڪي جدوجهدون ۽ واقعا ان ڪري به نهايت اهم ٿين ٿا جو اهي انهن مخصوص حالتن ۾ اهو ڪردار ادا ڪن ٿا جيڪو جيڪر هوئن عام حالتن ۾ وڏين جدوجهدن سان به اداٿي نه سگهي. عام حالتن ۾ تڪليفون، محنتون، ڪشالا ۽ پنڌ به اهم آهن پر لطيف ان"وِڪَ" کي سڀ کان اهم ۽ اتم سمجهي ٿو جيڪا اهڙي حالت ۾ کنئي وڃي، جنهن ۾ اها کڻڻ بظاهر ڇڻ ته ممڪن نظر نه اچي. لطيف چيو آهي ته:

ڪُهي جا ڪنيائين،وِڪَ تنهن ويجهي ڪئي
جيڪي ڇنائين، پنڌ مڙوئي پِبَ جو شاهه

ون يونٽ جو ڪهري دؤر هو."سنڌ" جو لفظ حڪمرانن لاءِ
ڇڙ ته ڳاڙهو هر طرف ايوب شاهي جي وحشت، پرماريت، خوف، مايوسي
۽ نراسائيت هئي، بلڪ سياسي جمود هو. سماجي ڪارڪن، اديب ۽
سڄاڻ ماڻهو عذابن ۾ هئا. اهڙي وقت ۾ سنڌي شاگردن پاران ايوبي
آمريت جي ڇاڙتي ڪمشنر مسرورحسن خلاف جدوجهد ڪرڻ، سڌي
توڙي اڻ سڌي طرح ون يونٽ ۽ ايوبي آمريت کي للڪارڻ جي مترادف
هو. ۴- مارچ جي جدوجهد تي تمام گهڻو لکي سگهجي ٿو، ڇو ته اها سنڌ
جي ويجهڙ جي ڪجهه سياسي تاريخ جو اهم باب آهي ۽ ان سان لاڳاپيل
آهي پر منهنجي نظر ۾ ۴-مارچ جي جدوجهد جا ٽي وڏا ڪارناما هئا.
هڪ ته ان جدوجهد نه رڳو ان دور ۾ سنڌي ماڻهن جي وکريل ۽ بي
ترتيب خواهشنن ۽ جذبن کي سهيڙيو ۽ منظم ڪيو. هن جدوجهد جو ٻيو
اهم ڪارنامو هي هو ته جيئن ته ونيونٽ جي دور ۾ سنڌ جي قومي وجود
۽ سڃاڻپ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. ايتريقدر جو
بقول يوسف لغاري جي ته جنهن لفافي تي " سنڌ " لکيل هوندو هو انجي
پويان انٽيليجنس وارا پٺجي ويندا هئا. اهڙي وقت ۾ ۴-مارچ جي
جدوجهد سنڌي قومي شعور کي اپاريو، ڇاڪاڻ ته ان جدوجهد ۾ ان
وقت جي سنڌيونيورسٽي جي وائيس چانسلر حسن علي عبدالرحمان جي
حمايت ان ڪري وئي هئي جو ڪيس ڪمشنر مسرور، نواب مظفر
۽ نواب بامين وغيره هٽائڻ جي سازش ان ڪري ڪري رهيا هئا جو
حسن علي عبدالرحمان سنڌي هو. ٽيون ته ۴- مارچ جي جدوجهد ان لحاظ
کان به سنڌ جي شاگرد توڙي قومي سياست ۾ وڏيڪ اهميت رکي ٿي جو
ان پهريون ڀيرو سنڌي شاگردن کي متحد ڪيو. سنڌي شاگردن جو بي
مثال اتحاد ۽ ٻڌي جيڪا ان جدوجهد ۾ نظر آئي اها نه رڳو ان کان اڳ
۾ ڪڏهن نه رهي هئي پر مان ته ائين ٿو سمجهان ته اڄ تائين اها ٻڌي
پيدا ٿي نه سگهي آهي. ان ڪري سنڌي شاگردن ۾ اتحاد ۽ ٻڌي پيدا
ڪرڻ جو شعور هن جدوجهد جو هڪ وڏو ڪارنامو هو.

پر ڇا اهو مُناسب ٿيندو ته پنهنجي ماضي جي ڪجهه
جدوجهدن، ڪارنامن تي فخر جي بنيادن تي خوش فهمي جا مينار اڏي ۽

پنهنجي حال کان غافل ٿي پاڻ کي ڏوڪي ۾ رکيو وڃي. ماضي تي نظر رکڻ، ان مان سکڻ ۽ بهتر نتيجا اخذڪرڻ يقينا سٺي ڳالهہ آهي پر ماضي حال سان لاڳاپيل آهيٰ ۽ حال وري مستقبل سان مشروط آهي، انڪري قومي بقا ترقي ۽ اوسر لاءِ نهايت ضروري آهي تہ پنهنجي ماضي جي سٺاين ۽ ڪارنامن تي فخر ڪيو وڃي پر ساڳي وقت پنهنجي ڪمزورين، ڪوتاهين، پيچيدگين، سنگين غلطين ۽ تباهڪارين جو پڻ ازالو ڪيو وڃي، نہ تہ اهو انصاف نہ ٿيندو، نہ قوم سان، نہ عوام، تاريخ ۽ پهنجو پاڻ سان. مان تاريخ ڏانهن (Optimistic) توڙي (Peccimistic) پنهي روين جو قائل ناهيان. تاريخ ۽ پنهنجو پاڻ ڏانهن أسانجو رويو مادي حقيقتن پٽاندر، عملي ۽ تخليقي هجڻ گهرجي.

ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ سنڌي شاگردن ۽ شاگرد تنظيمن سنڌي عوام ۾ سياسي جاڳرتا پيدا ڪرڻ ۽ سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ هڪ نهايت اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. سنڌي شاگرد، ترقي پسند ۽ قومپرست شاگرد تنظيمون سچ پچ تہ قومي جدوجهدن ۾ هڪ اهم ۽ ڪڏهن تہ بنيادي ڪردار ادا ڪيو آهي. ون يونٽ جي خلاف جدوجهد کان وٺي لسٻون سنڌي ۾ ڇپرائڻ جي تحريڪ هجي، ايوبي آمريت، يحييٰ شاهي توڙي ضياشاهي خلاف سنڌي عوام جي جدوجهد هجي، ڪالا باغ ڊيم جي اڏاوت، سنڌين کي ٿورڙائي ۾ تبديل ڪرڻ جي سازش، ڪوٽاسسٽم جي خاتمي، سنڌ ۾ فوجي ڇانوڻين جي توڙي دهشت گردي خلاف جدوجهد هجي، سنڌي شاگرد توڙي ترقي پسند ۽ وطن دوست شاگرد تنظيمن انهن جدوجهدن ۾ هڪ نهايت سرگرم ۽ اهم ڪردار ادا ڪيو، پر ساڳي وقت شاگرد سياست جا ڪجهہ اهڙا زبردست منفي پاسابہ آهن، جن موڳو سنڌي شاگردن ۽ قومي مفادن کي سخت ڇيهو رسايو، جنهن جا نتيجا اڄ بہ نہ رڳو سنڌي شاگرد پر سمورو سنڌي عوام ڀوڳي رهيو آهي. خاص طورتي ضياشاهي جو يارنهن سالہ دور سنڌ ۾ شاگرد سياست جيٰ منفي پاسن جي لحاظ کان نهايت اهميت رکي ٿو هڪ تہ رياستي جبر، سماج اندر جمهوري قدرن جي پائمالي ۽ آمريتون سماج اندر رد عمل طور منفي سياسي ڪلچر کي جنم ڏين ٿيون

۽ جنهن جو شڪار خاص طور تي نوجوان ۽ شاگرد ٿين ٿا. ڇو تہ جنهن ملڪ يا سماج ۾ اظهار جي آزادي نہ هجي، جتي دليل، علم، عقل، فهم ۽ جمهوري قدرن تي جبر، ڏاڍ ۽ آپيشاهي جو غلبو هجي اتي جيڪي روحاني، سماجي ۽ نفسياتي بيماريون ۽ پيچدگيون پيدا ٿينديون ، اهي يقينًا هڪ خاص حد تائين منفي سياسي ڪلچر جي صورت ۾ جنم وٺنديون جنهن کي وري حڪمران طبقو پنهنجن مفادن پٽاندر استعمال ڪري ٿو. اهوئي ڪجهہ ضياء جي يارنهن سالہ دور ۾ شاگرد سياست جي حوالي سان بہ ٿيو. پيو خود سرڪاري ايجنسين عوام جي سياسي ۽ جمهوري شعور کي ڪچلڻ ۽ تباهہ ڪرڻ لاءِ مختلف تنظيمن اندر پنهنجي پرتي ڪيل ماڻهن هٿان اهڙو منفي سياسي ڪلچر شعوري طرح پيدا ڪرايو، جنهن نہ رڳو مثبت شاگرد سياست کي اسرڻ نہ ڏنو پر سنڌ جي قومي بقاءِ اوسر جي وڏي ۾ وڏي ذريعي "تعليم" کي ڪاپاري ڌَڪُ هنيو ۽ تباهي جي ڪناري تي پهچايو. اهو شاگرد سياست جي حوالي سان اهو اونداهو ۽ خوفناڪ دور هو جڏهن ضيا شاهي پهنجن سياسي ڇاڙتن وسيلي سنڌي قوم جي بقا، اوسر ۽ شعور جي سرچشمي تعليم ۽ تعليمي ادارن تي وارڪيو هو، ان ڪان وڌيڪ بدقسمتي ٻي ڪهڙي ٿي پئي سگهي جو سنڌ يونيورسٽي ۾ شيخ اياز ، ابراهيم جويو ۽ رسول بخش پليجو نہ ٿي اچي سگهيا، سراج، استاد بخاري، نورالهديٰ شاهہ ۽ عبداالواحد آريسر تہ نہ ٿي اچي سگهيا پر سنڌ جو بدنام ڌاڙيل ۽ اشتهاري ڏوهاري ڪشمير خان آزادي سان گهمي پئي سگهيو، نہ رڳو گهمي پئي سگهيو پرچورن، ڌاڙيلن ۽ ڏوهارين جو يونيورسٽي ۾ اچڻ وڃڻ ۽ رهڻ هڪ معمول تي ويو.جيڪو شاگرد يا ترقي پسند ۽ علم دوست شاگرد تنظيمہ ان سازش ۽ منفي سياسي ڪلچر خلاف آواز تي اٿاريو تہ پوءِ ان جو جواب تشدد ۽ گولي هئي. هي اهوئي دور هو جڏهن تعليم، تعليمي ادارن جي تقدس، استادن جي عزت نفس ۽ جمهوري قدرن کي ڪلاشنڪوف ڪلچر جي ٽياس تي ٽنگيو ويو . منهنجو ان

ڳالهہ ۾ پختو ويساهہ آهي تہ اهو ڪلاشنڪوف وارو تعليمہ دشمن منفي سياسي ڪلچر سنڌ جي جمهوري ۽ سياسي شعور کي ڪچلڻ لاءِ هڪ سازش تحت پنهنجي پر تي ڪيل ماڻهن هٿان پيدا ڪرايو ويو هو. ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي هڪ ڀيري چيو هو تہ "سنڌن دور ۾ شاگرد سياست ۾ اهي شاگرد حصو وٺندا هئا جيڪي سڀ کان وڌيڪ هوشيار، ذهين، محنتي ۽ سلڇڻا هوندا هئا،" پر پوءِ ان بدبودار منفي سياسي ڪلچر اڏوهي وانگر انهن معيارن کي ڪاٽي ڇڏيو. پوءِ معيار هي وڃي رهيا جو جيڪو پنهنجي ظاهري ڏيک ۽ ويک ۾ اخلاقي طرح وڌيڪ ڪريل، وڌيڪ علمہ دشمن ۽ وڌيڪ ڏوهاري هو سو وڌيڪ سورمو ٿيڻ لڳو، يعني سورهيائي ۽ سرويچي جا معيار وڃي اهي رهيا هئا. آءُ ان ڳالهہ چوڻ ۾ ڪابہ هٻڪ محسوس نٿو ڪريان تہ اڄ سنڌ جي تعليمہ تباهي جي جنهن ڪناري تي آهي ان ۾ ٻين تمام گهڻين ڳالهين سان گڏ ان منفي سياسي (ڪلاشنڪوف) ڪلچر جو بہ نهايت اهمہ ڪردار آهي. يونيورسٽيون ۽ تعليمي ادارا عالم،عقل، سمجهہ، تعليمہ ، ۽ تحقيق جا مرڪز نہ پر اهي غنده گردي ، دهشت گردي ۽ علمہ دشمني جي مرڪزن ۾ بدلايا ويا . نتيجو هي نڪتو جو تعليمي ادارا ڏهہ ڏهہ مهينا بند رهڻ لڳا ۽ هن جديد، تيز ۽ ترقي يافتہ سائنسي دور ۾ اسان نہ رڳو تعليمي ميدان ۾ پوئتي رهجي وياسين پر پستي جي اونهائين ۾ ڌڪيا وياسين.

اها بلڪل نا انصافي ۽ تاريخ جي غلط بياني ٿيندي جو اهو چئجي تہ گذريل ڏهاڪي جي شاگرد سياست رڳو غنده گردي، علمہ دشمني ۽ منفي هئي. اهو تہ رڳو انجو هڪ نهايت منفي پاسو آهي پر انجا مثبت پاساهي بہ آهن تہ سنڌي شاگرد ۽ ترقي پسند قومپرست شاگرد تنظيمہ ان دوران پنهنجي وِتُ، وَس ۽ پهچ آهر ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ان کان بہ وڌي چڙهي جدوجهد ڪئي . ١٩٨٣ع جي ايمہ آر ڊي جي جمهوري تحريڪ ۾ سنڌي شاگردن ضيا شاهي خلاف هڪ نهايت اڏول ۽ بي باڪ ڪردار ادا ڪيو ۽ شاگردن ضيا شاهي خلاف هڪ نهايت اڏول جمهوري تحريڪ ۾ سنڌي شاگردن سياست جي قومہ دوست، عوامہ دوست، جمهوري ۽ ترقي پسند ڪردار کي وڌيڪ اُجاگر ڪيو.شهيد نظير

عباسي جي لازوال قرباني ۽ نوڙهي ڦاٽڪ جو واقعو ۽ ڪيترن شاگرد اڳواڻن جو ان دور ۾ جيلن ۾ وڃڻ. اهي سڀ پڻ ان دوور جي شاگرد مزاحمت جا اڻ مٽ نشان ۽ اهڃاڻ آهن.

تبديلي ۽ تغير زندگي جو لازمي حصو آهي. اها خاصيت مادي جي بنيادي فطرت ۾ سمايل آهي. ان ڪري هر مادي لقاءَ ۽ مظهر کي تبديلي ۽ تغير جي عمل مان گذرڻو آهي، ڇو ته هرشئي کي فنا آهي. بقا رڳو تبديلي کي آهي .هر شئي جي هڪڙي طبعي عمر ٿئي ٿي. ان کي ان کان وڌيڪ جاري رکي نٿو سگهجي. اتهاس ۾ اهڙا ڪيترا فرد ملندا جيڪي پنهنجن دورن ۾ انسانذات لاءِ عموماً ۽ پنهنجي سماج، ملڪ، قوم، عوام لاءِ ناسور هئا پر اڄ انهن جا نشان به نه ٿا ملن. اهڙيون اڪيچار روايتون، ڪمزوريون ۽ خرابيون هيون جيڪي هنيئر رڳو ڪلڻ جهڙيون وچي رهيون آهن.

جيئن مادو سادي کان پيچيده ڏانهن سفر ڪري ٿو ۽ ترقي ڪري ٿو تيئين سماج به اڻين اسرن ٿا. اهي غلط تجربا ۽ مشاهدا ئي هئا جن اڳتي هلي صحيح تجربن ۽ مشاهدن لاءِ راهون هموار ڪيون. اهي تباهيون ۽ بربادي ئي هيون جن ترقي ۽ تيز رفتاري جي گهرج محسوس ڪرائي. جي انسانذات غلط تجربا نه ڪري ها ته شايد ترقي جي هن معراج کي ڇهڻ جو تصور به نه ڪري سگهي ها. ڇو ته اهي هڪ ٻئي سان مشروط آهن. انڪري پنهنجيءَ ماضي جي سٺاين تي فخر ڪرڻ ۽ ڪوتاهين کي ڏڪارڻ ئي ڪافي ناهي پر انهن جي بنياد تي پنهنجي آئيندي جي رٿا بندي ڪرڻ ۽ پاڻ کي نين گهرجن ۽ تقاضائن جي لحاظ کان تبديل ڪرڻ ۾ ئي اسانجي اوسر ۽ عظمت جو راز سمايل آهي. ويجهر جو ڪجهه عرصو رڳو سنڌ ۽ هن ملڪ جي لحاظ کان ئي نه پر عالمي لحاظ کان نهايت اهم ثابت ٿيو آهي، ڇو ته دنيا ۾ زبردست فڪري ۽ علمي تبديليون اچي رهيون آهن. انسانذات جي ترقي جا نوان سياسي ۽ اقتصادي بنياد پئجي رهيا آهن. جمهوري قدر وڌيڪ سگهارا ۽ مضبوط ٿي رهيا آهن ۽ ان جا اثر لازمي طور اسان تي به پئجي رهيا آهن. دنيا ۲۱صدي ۾ داخل ٿيڻ جي زبردست تياريءَ ۾ آهي. جيتوڻيڪ

زندگي جي ڊوڙ ۾ اسان تمام پوئتي پيل آهيون پر اسان به انسان ذات جي ان قافلي جو حصو ضرور آهيون. عالمي سطح تي ايندڙ سياسي تبديلين جو اثر اسان جي سماج گهٽي حد تائين قبوليو آهي پل ته اسانکي ان جو شعور هجي يا نه هجي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ شاگرد سياست به اهي مثبت اثر قبول ڪيا آهن. اهو پراڻو، مدي خارج ۽ عوام دشمن بدبودار سياسي ڪلچر پنهنجي طبعي موت مري رهيو آهي ۽ انجي جاءتي نوان قدر، لاڙا ۽ بنياد سگهارا ٿي رهيا آهن. تعليمي ادارن جو ماحول تبديل ٿيڻ ۽ ڪتابي ميلن لڳڻ، ادبي رهاڻين، تعليمي سيمينارن ۽ ثقافتي سرگرمين جو ٿيڻ ان ڳالهه جو ثبوت آهن ته اسان تبديلي جي ضرورت محسوس ڪري رهيا آهيون. اسان جي اڳتي وڌڻ ۽ بهتر ڪارج لاء وڌيڪ راهون کلي رهيون آهن. انکي اجان بـ وڌيڪ رٿابندي، سنجيدگي ۽ تيزي سان تبديل ڪرڻ جي ضرورت آهي.

مون کي ايشيا جي ڪجهه ملڪن جو دورو ڪرڻ ۽ اتي جي شاگرد سياست کي ويجهڙائي کان ڏسڻ، جاچڻ ۽ پرکڻ جو موقعو مليو آهي. ان مشاهدي ۽ تجربي جي آڌار تي منهنجي اها پختي راء آهي ته سنڌي شاگرد به پنهنجي سياستي مزاج ۾ ترقي پسند ۽ قومي جمهوري سوچ رکي ٿو. اهو ذهين ۽ محنتي به آهي، ضرورت رڳو ان ڳالهه جي آهي ته انکي تباهه ٿيڻ کان بچايو وڃي انجي تخليقي صلاحيتن جي ڪارج لاء تعليمي ۽ سياسي ماحول کي سڌاريو وڃي. ان مان اها سياسي فراريت ۽ نراسائيت ڪڍجي، جيڪا ملڪ جي سياسي ڏڦيڙ ۽ ان بدبودار سياسي ڪلچر پيداڪئي هئي. منهنجي نظر ۾ هن وقت شاگرد سياست جي سامهون به وڏا چئلينج آهن. هڪ آهي سنڌ جي تعليم جي تباهي ۽ ٻيو منجهن اتحاد. تعليم جي اهميت کان ته ڪير به انڪار ڪري سگهندو. اها اڄ جي ترقي يافته سائنسي دور ۾ انسان جي وڏي ۾ وڏي سماجي ۽ ورحاني گهرج آهي. تعليم کان سواء ترقي جو تصور به اجوڪي دور ۾ ممڪن ناهي.

ان ڪري اها ڳالهه سمجهي ڇڏڻ گهرجي ته رڳو جذباتي نعرا ۽ رومانوي آدرش قومي بقا ۽ اوسر جا ضامن ٿي نٿا سگهن. انڪري

تعليم جي تباهي کي قومي تباهي سمجهڻ گهرجي ۽ ان جهالت خلاف هر سطح تي ۽ هر قسم جي جدوجهد کي اڄ جي شاگرد سياست کي پنهنجي لاء هڪ چئلينج سمجهي قبول ڪرڻو آهي، تڏهن ئي اسين ماضي جي انهن تباهڪارين جو ڪنهن حد تائين ازالو ڪري سگهنداسين. نہ رڳو نصابي تعليم پر سياسي تعليم کي بہ انجو لازمي حصو سمجهي عام ڪرڻو آهي. شاگرد سياست ۾ ابهرائپي، تنگ نظري، شخصيت پرستي، تقليد پرستي ۽ اهڙا ٻيا سمورا غلط لاڙا رڳو سياسي جهالت جي ڪري ئي پيدا ٿين ٿا يا پيدا ڪيا وڃن ٿا. انڪري انهن سمورين سياسي بيمارين کان تيسين جند ڇڏائڻ ممڪن ناهي جيسين سياسي جهالت کي تعليم وسيلي گهٽايو يا ختم نہ ٿو ڪيو وڃي.

شاگرد سياست ۾ سُهپ، رواداري، پنهنجائپ ۽ جمهوري ماحول ٿهي ئي تڏهن سگهندو جڏهن اتحاد ۽ ٻڌي وڌندي. جيتوڻيڪ هنيئر سنڌ ۾ شاگرد سياست جي حوالي سا اها بہ هڪ مثبت تبديلي آئي آهي جو يونيورسٽين ۽ تعليمي ادارن ۾ مقامي سطح تي شاگرد تنظيمن جو گڏيل ايڪشن ڪميٽيون ٺهيون آهن ۽ اهي فعال بہ آهن پر ان قسم جي سهڪاري ۽ گڏيل سوچ کي اڃا بہ وڌيڪ ويڪرو ۽ پختو ڪرڻ جي ضرورت آهي. اڇو تہ پنهنجي ماضي جي بهتر ۽ سٺن ڪارنامن تي فخر ڪندي پنهنجن سٺين ۽ ترقي پسند روايتن کي اڳتي وڌائيندي، پنهنجي منفي پاسن کي ختم ڪندي، منفي روايتن ۽ معيارن کي تاريخ جي ڊسٽبن ۾ ڦٽو ڪندي، نون جذبن، امنگن، آدرشن، سوچن، تجربن، مشاهدن ۽ معيارن سان اڳتي وڌون. سنڌ جو آئيندو اسان سان مشروط ۽ لاڳاپيل آهي، ان کي اسان کانسوء دنيا جي ٻي ڪابہ طاقت نہ تہ بچائي ٿي سگهي ۽ نہ ترقي جي راهہ تي گامزن ڪري ٿي سگهي. جيڪو اهڙا خوب ڏسي ٿو يا ڏيکاري ٿو اهو يا تہ بدمعاش ۽ منافق آهي يا احمقن جي جنت ۾ رهي ٿو. ارزا پائونڊ ڪيڏا نہ عظيم ۽ وڏا لفظ چيا آهن :

"غلام اهو آهي جيڪو ڪنهن ٻئي جي انتظار ۾ آهي تہ اهو

اچي ڪيس چڙهائيندو. جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ حياتي ۾ ڦيرو اچي
تہ پهريائين پاڻ کي لاچار سمجهڻ ڇڏي ڏي".

انعام شيخ

# شاگرد جدوجهد- هڪ تنقيدي جائزو

اسان جي هڪ نوجوان شاعر رسول ميمڻ جو هڪڙو شعر آهي:

ٿي ڌرتيءَ تان ايئن چنڊ لڳو،
جڻ ڪنهن جي ويهون سال وَهي.
ٿي ڌرتي چنڊ کان ايئن لڳي،
جڻ سونهن سموري هوءَ هئي.
آ ڏور تہ ڪيڏي سونهن الا
ٿي ڪوڙ ڪي ڪيڏو روپ ڏي!
آ ويجهو هر شيءِ واري واري
هير لڳڻ تي ڌوڙ اُڏي.

شاعر جڏهن پاڻ اهو شعر چيو هوندو، تہ هن تہ هڪ انسان جي حيثيت ۾ اندر جا اڌما بيان ڪندي، پنهنجو انداز ظاهر ڪيو هوندو. پر انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهن تہ رومانيت ۽ سنجيدگيءَ جي ڪُڪِ مان ڪيئن الميا جنم وٺي نڪرندا آهن، جيڪي پنهنجي جوهر ۾ وڏيون سچايون هوندا آهن. تنهن ڪري منهنجي خيال ۾، اهو شعر اسانجي سنڌ جي شعوري ۽ نفسياتي ڪيفيت جو هڪڙو اظهار هو.

اسين نعرن جي ڪوهيڙي ۾ ويڙهيل ماڻهو ۽ روحانيت جي آلودگي (Polution) ۾ ساهہ کڻندڙ ماڻهو، سچي زندگي وضاحتون ۽ (Explanations) پيش ڪندڙ ماڻهو، پري کان ڏسڻ ۾ ڪيڏا تہ سهڻا، سٺا ۽ فضليت پريا ماڻهو ٿا لڳون، پر ويجهو ٿا اچون هڪ پٽي جي، تہ بلڪل مٿي بيان ڪيل شعر جي آخري سٽ وانگر ٿا پاسڻ ۾ اچون.

سنڌ جي شاگرد سياست جي موجوده دؤر ۾ جيڪا صورتحال آهي، اها بہ مختلف ڪونهي، اسان جا دوست ۽ اسان جا سينيئر جن

سنڌ ۾ شاگرد سياست جي شروعات ڪئي. مان سمجهان ٿو اها سنڌ جي تاريخ جي بهترين شروعات هئي. جنهن ۾ اسان جي ماڻهن پهريون ڀيرو Realize ڪيو تہ اسين سنڌي آهيون. پر افسوس جو اها جيڪا اسان جي جدوجهد هئي، سا فقط لفظن تائين محدود رهي. ڇاڪاڻ جو انهن لفظن ايتري شدت اختيار نہ ڪئي جو اسان جي جذبن کي ۽ خيالن کي ڪنهن ٺوس (Concrete) ڪم تبديل ڪن. ۽ انهيءَ ڳالهہ جا نتيجا اڄ اسان لوڙهيون پيا. سنڌ جي شاگرد جدوجهد ۴- مارچ کان پوءِ بظاهر تہ اسان کي اڳتي وڌندڙ نظر ٿي اچي. پر جيڪا انهي ۾ معياري تبديلي آهي، سا اسان ايتري حاصل نہ ڪري سگهيا آهيون، جيتري اسان کي حاصل ڪرڻ گهرجي ها. (جيڪڏهن پنجاب جي ماڻهن جو سياسي شعور گهٽ آهي تہ انهيءَ جي سنڌ سان پيٽ ڪرڻ بيوقوفي آهي، ڇاڪاڻ جو پنجاب سان غلاميءَ جو مسئلو ناهي، پنجاب سان ظلم ۽ جبر جي اها انتها ڪانهي، جيڪا اسان سان آهي) تہ اسان جي شعور جي ارتقا ايتري ٿيڻ کپي، جيترو اسان سان ظلم آهي، جيترو اسان سان جبر آهي ۽ اهو ڪيئن ختم ٿيندو، والٽر چيو هيو تہ:

Let us be our own oracles
Let us be our own tripods

اسين پنهنجو پاڻ ۾ اها ڪهڙي قوت پيدا ڪيون، ڪهڙي شڪتي پيدا ڪريون جو اسان جون منذلون خود اسان کي ويجهو ٿيڻ لڳن.

اسان ماڻهو جن جو الميو آهي تہ رڳو لفظن جي ڏيڻ ۽ چند ڳالهين جي ورجاءُ ۾ پنهنجون زندگيون تباهہ ڪري ڇڏيون آهن. انهن ماڻهن ۾ جيستائين Self confidance نٿو اچي، تيستائين آجپي لاءِ گهربل جدوجهد جو تصور نٿو اُسري، تيستائين اسان منزلون ڪيئن ٿاماٽيسگهون ؟

منهنجي خيال ۾ تہ ۴- مارچ جي جدوجهد جو مقصد هو سنڌ جنهن بہ قسم جي غلامي ۾ آهي ان کان آجو ٿيڻ پر ان جي جواب ۾ اسان جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ غلاميون، وڌيڪ پريشانيئن ۽ وڌيڪ ڄارن ۾ ڦاسندا ويا آهيون ۽ ان جو خاص شڪار اسان جو نوجوان ٿئي ٿو. نوجوان جنهنجي لاءِ ول.ڊيورانٽ چيو هو تہ "نوجوان ۾ خدا جيتري

شڪتي آهي. هوئڻ اقبال ڪي هتيQuote تہ نہ ڪرڻ ڪپي پر اقبال جو ذڪر ضرور ڪندس تہ ”نگاهہ مرد مومن سے بدل جاتے هي تقديرين“ اهو هڪڙو Effect آهي اها هڪڙي شڪتي آهي جو نوجوان پاڻ ۾ پئدا ڪري تہ هوشين تي نتيجا خيز انداز ۾ اثر انداز ٿئي؟ هتي اسان جا دوست ويٺا آهن جيڪي ڳالهائيندا تہ اصل مسئلو ڇا آهي ۽ سنڌ جي تاريخ جو جيڪو تسلسل آهي انهيءَ ۾ ڪٿي گڙٻڙ آهي مان رڳو چند اهي گذاشون ڪندس جيڪي مون پنهنجي مشاهدي موجب محسوس ڪيون آهن. پهرين ڳالهہ تہ اسان ۾ انفرادي طرح سان Self Conciousness ڈاڍي آهي، يعني اسان جي هر وقت پاڻ تي نظر آهي تہ ڇاپيا ڪيون؟ اسان جي باري ۾ ڪو ڇاڻو چوي؟ جڏهن تہ سنجيده سياسي ڪارڪنن ۾ هڪڙو Collective Spirit گڏيل جذبو، ٿو پيدا ٿئي.

CoI I etive Spirit اها شيءَ آهي، جنهن ناريہ دنيا جي (Sophisticated) جديد هٿيارن کي ڇهن هفتن تائين منهن ڏنو آهي، جيڪڏهن هوچون ٿا تہ صدام حسين جي شڪست ٿي آهي تہ اهي ماڻهو احمقن جي جنت ۾ ٿا رهن. صدام حسين ڇهن هفتن تائين مهاڏو اٽڪائي اهو ثابت ڪيو آهي، تہ جيڪڏهن اتحادين جون فوجون هن علائقي مان نڪرن ٿيون تہ صدام حسين سياسي طور تي هاريل پارٽي نہ هوندو هو نئين عالمي نظام جي خلاف جدوجهد جو اهڃاڻ بڻجي چڪو آهي. هنن (اتحادين) لاءِ ڪينسر بڻجي چڪو آهي، جنهن کي نڪو هو ختم ڪري ٿا سگهن، ۽ نہ ئي هن مان جند ٿا ڇڏائي سگهن. تہ منهنجو چوڻ جو مقصد اهو هو تہ هنن (عراقين) ڪيئن ائين ڪيو آهي؟ اڄ رات .B.B.C اهو ٻڌايو آهي تہ چوويهن ڪلاڪن جي اندر هنن بغداد جي بجلي بحال ڪري ڇڏي آهي. اهو Collective Spirit آهي ان جي پٺيان انقلابي Council جو هٿ آهي، جيڪڏهن صدام اڪيلو هجي ها تہ بغداد جي گهٽين ۾ ٽڪر ٽڪر ٿي وڃي ها. صدام جي حيثيتّ بابت اختلاف ڪري ٿو سگهجي هن جي غلطين کي ميڇي ٿو سگهجي. پر ڳالهہ اها آهي تہ ان جي پٺيان جيڪو Collective Spirit آهي، اهڙو جيستائين اسان پان ۾ پئدا نٿا ڪريون، تيستائين سنڌ جو جيڪو قافلو آهي اهو جيئن جو تيئن تہ برقرار رهي سگهندو، پر

اڳتي هلي نہ سگهندو، هي گڏيل ڪم ڪرڻ جو دؤر آهي، هي ڪثرت پسنديءَ جو دؤر آهي. مان ڪجهہ بہ ناهيان پر اسين سڀ ڪجهہ آهيون، جڏهن اسان سنڌي ماڻهو جن جو بنيادي طور تي اهو رويو رهيو آهي تہ هڪڙي ماڻهوءَ جا پڌا پانها ٿي ويا آهيون.
نمبر ٻي شيءِ جيڪا مون محسوس ڪئي آهي، پنهنجي هن زوال جو ڪارڻ، سا اها آهي تہ رڳو سطحي شڪايتون اٿئون، پلاننگ ۽ منطق ڪنهن بہ هنڌ تي ڪونهن. اسين رڳو سنڌين سان ظلم آهي سنڌين سان ڏاڍ آ چئي بند ٿي ٿا وڃون. مان وري والٽيئر کي Quote ڪندس جنهن چيو هو تہ "جيڪڏهن توهان مونسان ڳالهائڻ ٿا چاهيو تہ پهرين پنهنجي اصطلاحن جي وضاحت ڪريو. ٺيڪ آ سنڌي مري ويا تباهہ ٿي ويا اها حقيقت آهي پوءِ هاڻ ڇاڪجي؟ توهان هن موقعي تائين سنڌ جي ڪيس کي ڪيئن پيش ڪيو آهي؟ سنڌ جي مسئلي کي توهان هن مهل تائين دنيا جي آڏو ڇا ڪري پيش ڪيو آهي؟ توهان ٿوري بہ اها چوڻ جي جرئت ڪري سگهندؤ تہ وچ اوڀر جو مسئلو ايترو معمولي آهي جيترو ٻي ڪا ڳالهہ، نہ ڪڏهن بہ نہ. تہ بابا سنڌ جا شاگرد جيڪي آهن، انهن کي مان ٿو سمجهان تہ جيڪي نشا ٿي ويا، آزاديءَ جو نشو، انقلاب جو نشو، انهن مان ڪو فائدو ڪونهي واڪڙ واڪڙ ڪرڻ مان ڪُجهہ ڪونہ ٿو ملي.
سائين توهان اها ڳالهہ ذهن ۾ رکي ڇڏيو تہ اسان جا شاگرد اسان جي لاءِ گهربل آزادي جون گهرجون ڪونہ ٿا پوريون ڪري سگهن، هو هرڪم نٿا ڪري سگهن اسان جا شاگرد ان انقلابي جدوجهد ۾ هڪڙو ڪردار ادا ڪري ٿا سگهن. جيڪو اسان کي منزل ڏانهن وٺي وڃي اهو هڪڙو بيورو ڪريٽ جي صورت ۾ هجي بهتر تعليمدان جي صورت ۾ هجي.
مون کي ٻڌايو تہ مير عالم مَري ۽ آصف بالادي جن سياسي جدوجهد ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. ڇا هنن ڪڏهن انتهائي سوشل مسئلن تي ڪواسٽينڊ ورتو آهي؟ ڇا مان جُرئت ڪري تعليمي ۽ سماجي مسئلن تي سوال پڇان؟ ڇا هو مون کي انهن جا جواب ڏيندا؟

انهيءَ لاءِ اسان کي گهڻ رخوتيٽو پوندو، اسين جيڪي هتي اچون ٿا تہ هڪ ٻئي جا دوست آهيون. پر انهيءَ دوستيءَ سان گڏ اسان جي روين ۾ ڳالهين ۾ سنجيدگي بہ هجڻ گهرجي، فڪر مندي هجڻ گهرجي.

تہ هاڻ اسان جيڪڏهن پڇيون وچي انتظاميہ کان تہ توهان کي خبر پوي تہ.L.M.C ۾ Rooms ڪيترا آهن.

توهان دعوا ڪريو. توهان کي اهڙو ماڻهو نظر ڪونہ ايندو، جيڪو ٻڌائي تہ.L.M.C ۾ ڪُل ڪمرا ڪيترا آهن اچو تہ اسان پنهنجو پاڻ کان اهو سلسلو شروع ڪريون اسان کي جيڪو Jump ڏيڻ جو شوق آهي، اهو بند ڪرڻ کپي، هر ڪو پنهنجي حصي جو ڪم ڪٿي ۾ ان کي پورو ڪري.

سماجي پيداوار جا ذريعا جيئن جيئن ارتقا ڏانهن وڌن ٿا، تيئن تيئن انهن ۾ سياسي نظام جي ارتقا پڻ ٿئي ٿي. سڄي دنيا قومي مفادن جي گهيري ۾ آهي، قومي پيداوار ۾ واڌ جي ڪِد آهي.

آميريڪا جا نار ۾ ڇهہ سئو قومي مفاد آهن، روس ايترو جيڪو ڪنو، پاڙيائپ جو ڪردار ادا ڪيو آهي، نار ۾ ائين ڇو تو ڪري؟ انڪري جو انجا قومي مفاد هتي آهن، هن کي لٽويا، لٿونيا ۾ جيڪو چئلينج ملندو ان کان هو ڊڄي ٿو، جيڪڏهن سڄي دنيا قومي مفادن جي چوڌاري ٿي هلي تہ اسان کي اهو محسوس ڪرڻ کپي تہ اسان جي سامهون قومي مفاد ڪهڙا آهن.

آزاديون، مان ٿو چوان تہ توهان جي آزادي تڏهن کان ٿي شروع ٿئي جڏهن توهان پنهنجي پنهنجي گهر ۾ Protection حاصل ڪريو. آزادي جو جيڪو اسان وٽ عام ۾ پراڻو تصور آهي، هڪڙو مرد مجاهد وارو هڪڙو راجہ ڏاهر وارو، اهڙي قسم جا جيڪي Heroism جا تصور آهن. اها آزادي ناهي. ان جو حل اهو آهي تہ توهان جيڪا سياسي جدوجهد ڪريو ٿا، ان ۾ توهان جا انداز ڪهڙا آهن؟ توهان جڏهن اها دعوا ٿا ڪريو تہ توهان نہ چام آهيو نہ پي پي آهيو تہ پوءِ ڇو ٿا چئو تہ

ڇاڻ جي حڪومت انهيءَ کان بهتر آهي . اهي جيڪي رنڊڪون آهن. اسان جي سياسي ۽ شعوري جدوجهد آهي انهي کي هٿي روڪي ۽ دٻائي ڇڏيو آهي ۽ اهو اسان جي شاگرد سياست سان بہ لاڳو آهي.

ٻي جيڪا ڳالهہ آهي، اها آهي حالتن جو صحيح جائزو اسان جي سچي سنڌي قوم جي نفسيات تي ٻڌي آهي جو جيڪڏهن ڪنهن فلاڻي صاحب ائين چئي ڇڏيو تہ سنڌوديش جي راهہ ۾، مون اهڙي فائرنگ ڪئي آهي جو ست فوجي ٿڏي تي ماري وڌا! يا مون پوليس مقابلو ڪيو. اهي فضول ڊائيلاگ اسان جي قومي نفسيات جي نمائندگي ڪن ٿا، فرض ڪريو انهيءَ مهر جوئيءَ ۾ هڪڙو فوجي جيڪڏهن مئو بہ تہ اسان جي سياسي Career کي ڪيترو ڌڪ لڳندو ؟ هينئر تائين علي حيدر شاهہ جهڙا ڪيترا ماڻهو فضول خيالن جي ڪري وڃنا پوڳين. اسان جي ماڻهن ۾ جيڪو اڳتي وڌڻ جو جذبو صرف انهي ڪري گهٽ آهي جو اسان هڪڙي عجيب قسم جي ذهني انتشار جو شڪار آهيون. حالتن جو صحيح جائزو نہ وٺندا آهيون. ويساهہ گهاتيون ڪندا وتندا آهيون. جيڪڏهن هتي اسان کي ڪا اهڙي ڳالهہ/ شيءِ جنهن جي اسان ايمانداري سان چئون اسان کي ڪا خبر ڪونهي. انهيءَ جي باري منهنجي فلاڻي دوست کي خبر هوندي، ان جي بدران اهڙا آڏا ابتا ڪم ڪنداسين ۽ حقيقتون ٿوري مروڙي پيش ڪنداسين جو اڳلو بہ مونجهاري ۾ تہ اسان پاڻ بہ وچڙيا پيا هونداسين. حالتن جو صحيح جيڪو جائزو آهي انجا نتيجا سٺا اسان کي ملن ٿا.

انهي کان پوءِ جيڪا آخر مان ڳالهہ ڪندس تہ اسان ۾ هر دوست جو خيال آهي تہ هو سچو آهي، مان جيڪو انهي سلسلي ۾ مشاهدو ڪريان ٿو. انهي نتيجي تي پهچو آهيان تہ سچ وڏي شيءِ ناهي بلڪ سچ جي پيش ڪرڻ جو انداز وڏي ڳالهہ آهي. مثلاً توهان جي سامهون هڪڙو مظلوم قسم جو ماڻهو پڄندو ٿو وڃي ۽ چئي ٿو تہ ادا هڪڙو ظالم منهنجي ڪڏ چرو ڪٽندو ٿو اچي هاڻ ٻيلي مون کي لڪاءِ بظاهر تہ تقاضا اها آهي تہ توهان انهيءَ ماڻهو کي (جيڪو ظالم) پويان اچي ٿو انهي کي ويهاري چئو تہ! "ابا خدابخش هتي وينو اٿيئي" پر هاڻ سچ جا معيار

تبديل ٿيندا ٿا وڃن. هاڻي هو مظلوم جيڪو توهان پاسي کان لڪائي ويهاريو آهي انهي کي بچائڻ لاءِ ڪوڙ هٿئو پوندو ته اهو ماڻهو هتي آيوئي ڪونهي. اهو ڪوڙ توهان جي سچ کان سئو ڀيرا عظيم آهي. سوال هيءُ آهي ته سچو ٿي ويهڻ سچ جو ٺيڪو کڻڻ سچ جو هو ڪو ڏيڻ ڪا وڏي ڳالهه ڪونهي، پر سچ جي سرسي ڪري ڏيکارڻ وڌيڪ اهم آهي. تنهن ڪري جيستائين اسين ڏاهپ ۽ ڏانءُ تئا سکون تيستائين اسان جا اهي سڀ خطبا توهان جون سڀ ڊاڙون ۽ خوبيون اجايون آهن. جيستائين اسان کي ٽيڪنڪ نٿي اچي. تيستائين ڪُجهه به هٿ حاصل نه ٿيندو.

سالن جا سال گذري ويا آهن "جتي اوهان ڇڏيو اُتي ئي آهين" وارو مسئلو آهي. توهان مون کي ڏسيو ته توهان اسان اها کهڙي فيلڊ آهي جنهن ۾ ماسٽري ڏيکاري آهي ته رڳو شاعرن جي فوج پيدا ڪئي اٿئون. اڪثر ڪري شاعر به اهڙا جيڪي اسان جي شعور جي ارتقا کي تباهه ٿا ڪن (ان جي لاءِ هڪڙي ٻي تقرير جي ضرورت آهي) پر شاعر جيڪڏهن حسن مجتبيٰ جهڙو آهي. شاعر اعجاز منگي جهڙو آهي شاعر جيڪڏهن حسن درس جهڙو آهي ته قبول آهي شاعر جيڪو چئي ٿو.

بلئڪ آئوٽ جي راتين ۽ ڪرفيوءَ جي ڏينهن ۾،
مونسان منهنجي پيار جون ڳالهيون نه ڪر.
آجنيوا Talks تي سوچيون،
G-3 Rifle جي گولي
قرض ۾ جيڪا مليل ٿن.
نانءُ پنهنجو ٿي پُڇي
هيمون ڪالاڻي، ڀڳت سنگهه جي گويرا
نانءُ پنهنجو
پنهنجا ڦاسي گهاٽ ڏانهن وڌندڙ قدم
جيل جي ڪولين سان پنهنجي دوستي
زندان جي سيخن پٺيان ٺهڪ ڏئي ٿي زندگي

نيو ڪليئر ڪرسين تي ويٺل موت جاهي ڇاڙتا
وائڙا سپ ٿي ويا
ڇاوڻين ۾ ڳل آخر ڪيئن ٽڙيا
سچ کي ڪاسنگين نه روڪي سگهي
سچ جي سرحد نه ڪائي!
وقت آهي وونگا.
ڪجھ گهڙيون، ها ڪجھ گهڙيون
گوليون جا هار ۽ گرنيڊ جا تحفا تون ڏي
پيار جي ۽ سونهن جي قاتلن سان
جنگ آهي ايستائين
جيستائين توب جي نالين ۾
پکي آ کيرا نه ٿاهيندا.
پکي آ کيرا نه ٿاهيندا.

سوال اهو آهي تہ انهن شين جو ڪارج پيدا ڪيو توهان جيڪي هتي ڇئو ٿا. سقراط چيو آهي تہ ”لفظن جو غلط استعمال دنيا جو وڏي ۾ وڏو گناھ آهي“ توهان جيڪا شيءِ پڌائڻ، ڪرڻ چاهيو ٿا تہ ان کي چوڻ کان پهرين، انجو ڪارج پئدا ڪريو.

اِهي ٿي ڪجھ گذارشون هيون جيڪي مون آڏو رکيو آهن، ظاهر آهي تہ هي سيمينار جي نالي ۾ تقرير بازي هئي ۽ اسان سيني تقريرن ڪيون آهن. منهنجي هن تقرير کي بہ بي ترتريب خيالن جو اظهار سمجهو، پر يقين ڄاڻو تہ اهي دل جون ڳالهيون آهن ۽ دلوارن جن ڳالهيون آهن دانهون ۽ ڪو ڪون آهن. توهان انهن کي پڌو پاڻ کي سمجهايو ۽ اسان کي بہ سمجهايو مهرباني.

مشتاق ميراڻي

## تاريخي سچائي ۽ اسانجي جدوجهد

سيمينار جلسي کان مختلف هوندو آهي سيمينار جو مقصد اهو آهي تہ پنهنجهي وقت تي شروع ٿئي ۽ وقت تي ختم ٿئي ۽ مقالا پڙهندڙن ۽ تقريرن ڪندڙن کي هدايتون ڏجن تہ هو ڪيئن مقالا پڙهن ۽ ڪيترو ٽائيم وٺن چاڪاڻ تہ هن سيمينار ۾ ڪافي سياسي جماعتن جا دوست ويٺا آهن هو هن سيمينار مان ڪافي مثبت سبق وٺي جڏهن هو پنهنجي پليٽ فارم تان سيمينار منظم ڪن تہ اهي شيون پيهر نہ دهرائن .

مان چاڪاڻ تہ انجنيئرنگ جو اسٽوڊنٽ آهيان ۽ پڙهائيندو بہ آهيان پر اسان انجنيئرن جي نظر سدائين تعمير تي هوندي آهي، شايد اسانکي تقرير بہ ڪرڻ نہ ايندي آهي ۽ اِها ٻولي بہ ڳالهائڻ نہ ايندي آهي ۽ اسانجو پورو وقت صرف ۽ صرف خاموشيءَ سان تعمير ۾ گذرندو آهي ۽ اها (Habit) ٿي ويئي آهي تہ جيئن مونکي هن سيمينار جي دعوت ڏني وئي تہ مان پيپر پڙهان تہ انهي حوالي سان مان سلائيڊ تيار ڪيا، پر چاڪاڻ تہ ٽائيم تمام گهٽو ٿي ويو آهي، ۽ ڪافي سٺا دوست ويٺا آهن ان ڪري وڌيڪ وقت نٿو وٺان مان صرف هڪڙي ڳالهہ ڏانهن توهانجو ڌيان ڇڪائيندس اڄ جي جيڪا سنڌ جي صورتحال آهي، انجو حل فرد ۾ ڳولهينداسين تہ ناڪام ٿينداسين تنظيمن ۾ ڳولهينداسين تہ ناڪام ٿينداسين صرف هڪڙي يا ٻن ماڻهن جي شڪل ۾ ڳولهينداسين تہ ناڪام ٿينداسين، سنڌ جي صورتحال جيڪا هن وقت آهي اها ۱۸۵۲ ۾ جاپان جي جيڪا صورتحال هئي(Exactly) ساڳي آهي توهانکي خبر آهي تہ اڄ جيڪو جاپان آهي، جنهن کان

سڄي دنيا خوفزده آهي ۱۸۵۰ کان اڳ ايتري انجي حالت هوندي هئي جو ڪنهن ٻي ٻولي ۾ ڪتاب لکڻ تي پابندي هوندي هئي ٻي ٻولي جو ڪتاب پڙهڻ تي پابندي هوندي هئي، دنيا سان واسطن رکڻ تي پابندي هوندي هئي جيئن اسان وٽ ڪجهه وقت اڳ اسانجي تعليمي ادارن ۾ سنڌ جي ڪجهه سياسي جماعتن پابندي هٽي چڏي هئي ته بابا سنڌ کان ٻاهر لاڳاپا رکڻ وارو انهن کان سکڻ وارو غدار آ يا جيئن روايتي ڪميونسٽ پارٽي Ban هٽي ڇڏي هئي زهن تي ته باباجيڪو West ويسٽ جا ڪتاب پڙهندو ته Anti People Anti Communist آ ۽ پوءِ خبر پئي ته انهن جا ڪارناما يا اهي جيڪي فاشسٽ ڪميونسٽن جا ڪارناما سامهون اچي ويا، ته تمام خوشي جي ڳالهه آهي ته سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ هڪڙي تمام Positive تحريڪ شروع ٿي وئي آ، ان ۾ صرف هڪ يا ٻه فردن جون نه پر جيئي سنڌ جا جيڪي ٻه ڌڙا آهن، ٻيون تنظيمون آهن ايس ايس ٽي - ڊي ايس ايف آهي سيني جي گڏيل ڪوشش سان ئي اهو ڏسون ٿا جنهن جي نتيجي ۾ اڄ اسانجو ذهن اوهانجي آڏو آزاد ٿي ڪري ڳالهائي سگهي ٿو، تو ڪا به پابندي ناهي ڪاب سنسرشپ ناهي(تاڙيون) • مان اهو به چوندس ته ان دور ۾ به جڏهن پابندي هئي، جيڪو سماج سان سچو ماڻهو هو Thinker هو ۽ ريسرچ فيلو هو، ان دور ۾ به پنهنجي ڳالهه سچائي سان رکندو هو، ڪيتري ان جي اڳيان تشدد جي صورتحال هوندي هئي، ڇا به هوندو هو، تڏهن به حق ۽ سچ چوڻ جي جرئت رکندو هو، هاڻ جڏهن مون پهرين ذڪر ڪيو ته سنڌ جي صورتحال جاپان وانگي ڇو آ ؟ ۱۸۵۰ تائين اوهان کي خبر هوندي ته هڪ جنگجو زهنت انهن جي مٿان Rule ڪندي هئي، اڍائي سو سالن تائين (تاريخ ته انهن جي هزارن سالن جي آهي) پر اڍائي سو سال پورا انهن تي جنگجو زهنت حڪمراني ڪندي هئي ۽ ان جي نتيجي ۾ جاپان ڪمزور سماج ٿي ويو، جيئن اڄ سنڌي سماج آهي، بلڪل هڪڙو Parallel آ ته ۱۹۵۲ ۾ آمريڪا جو ڪموڊور اهو پيڙين جو جهاز ڪٽي اچي جاپان جي مٿان بيٺو ته بابا يا سرحدون کوليو ۽ واپار

ڪيو نہ تہ مان توهانتي حملو ڪندس. ۽ بلڪل اهڙي طرح جيئن اڄ اسانجي سنڌ آهي هڪ عام رينجرس جو سپاهي هجي يا ڄام صادق هجي، سنڌي ماڻهو ڪي ڪجهہ بہ نہ ٿو سمجهي ۽ تيئن ڪموڊور ٽيلي بہ جاپاني سماج کي تمام ڪمزور شئي سمجهيو، آخر ۾ سڄي جاپان جي سوسائٽي ۾ هلچل مچي وئي تہ پاڻ کي جيڪو تمام عظيم سمجهندا هئاسين ۽ اتي ڇا ٿي ويو. ان ڪان پوء جيئن صحيح ماڻهو ڪم ڪندو آ، قوم جو سچو ليڊر ڪم ڪندو آهي هن شڪست قبول ڪئي ۽ ڪموڊور ٽيلي سان معاهدو ڪيو، اٿين نہ جيئن اسان وٽ صدام حسين آهي تہ ڏسي وائسي بہ تہ منهنجي ٽيڪنالاجيءَ سان ويڙهہ ٿي ٿئي پوء بہ ايران کي تباه ڪيائين ڪويت کي تباه ڪيائن ۽ عراق کي تباه ڪيائين، جڏهن سڄي دنيا ان کي چئي پئي تہ بابا جنگ نہ ڪر فلسطين جي ڪاز کي اسان ڪٺون ٿا، اڄ هو ماڻهو آ، آمريڪي جنرل جي آڏو جيڪو چئيس ٿو سو معاهدو ٿو ڪري.

ان ڪان پوء سڄي جاپان ۾ هلچل مچي وئي ۽(Political Assasinations) شروع ٿي ويئي، ڪڏهن انهن جو نواب پيو مري تہ ڪڏهن حڪمران پيو مري ۽ توهانکي خبر آ تہ جاپان جي سوسائٽي ۾ Political Assasination هڪڙو تمام پراڻو انسٽيٽيوٽ آهي، انهي ڪان پوء انهي دور ۾ اتان جا ڪجهہ شاگرد جن جو لڪيل ڊچ ڪمپني سان واسطو هوندو (هڪڙو رڳو بندرگاه.هوندو هو، جتي ڊچ ڪمپني وارا رڳو ڪتاب ترجمو ڪندا هئا) ۽ ڪجهہ سياسي اڳواڻ ۽ عوام دوست ماڻهو هئا، انهن اهو نتيجو ڪڍيو تہ جاپان جي ذلت واري جيڪا شڪست ٿي آهي انجو سبب فرد يا پارٽيون عهدا ناهن، پر سماج بذات خود خراب آهي، انهن جو هنن علاج هيئن ڪڍيو تہ ١٦ سالن جو هڪڙو ڇوڪرو شهنشاهہ مقرر ڪيائون ان پنج قسم کنيا، ١. اڄ کان پوء سڄي دنيا سان جاپان پنهنجو واپار ڪندو ۽ سڄي دنيا ۾ جتي سائنس ۽ ٽيڪنالاجي هوندي، اها اسان جاپان ۾ آڻينداسين ٢ ان ڇيو تہ اسان پنجاه سالن کان پوء هنن ئي همراهن کي شڪست ڏينداسين، جن هن صورت ۾ اسانکي شڪست ڏني آهي، جيئن اڄ اسانجي سنڌ جي حالت

آهي، اسان وٽ ڪو اليڪٽريڪل ، ڪو مڪينيڪل Expert ڪونهي، جاپان ڇا ڪيو جو سڄي دنيا مان استاد گهرايا، ائين نـ جيئن اسان وٽ استادن جي بيعزتي ڪئي ويندي آهي، سڄي دنيا مان استاد گهرايون ۽ پنهنجا شاگرد ٻاهر موڪليون تـ انهن قومپرستي ڪي جئين اسانجي هڪڙي دوست هاٿي سٺي ڳالهـ ڪئي تـ قومپرستيءَ ڪي عملي قومپرستي ۾ تبديل ڪريو واپار، هنر، انڊسٽري، ان ڪان پوءِ جيڪي بـ هنن ڪي سٺي شيءِ ملي، انهن آندي ۽ توهان ڪي خبر آ تـ صرف ٢٠ سالن جي عرصي ۾ هنن پهرين شڪست چين ڪي ڏني، يعني ١٨٥٢ ۾ هنن سياسي تسلط ٿيو ١٨٦٥ ۾ Meagi Revolution ۽ ٢٠ سال Meagi Revolution ڪان پوءِ چين ڪي شڪست ڏنائون ۽ ١٩٠٥ ۾ روس ڪي شڪست ڏنائون ۽ پهرين عالمي جنگ ۾ هنن جي پنهنجي جنگي حڪمت عملين جي غلطي جي ڪري، آمريڪا ۽ برطانيـ ڪان شڪست کاڌي ۽ ان ڪان پوءِ وري بـ هنن ڦري گهري، ١٩٤٥ع ۾ ٻي مهاياري جنگ ۾ انهن وڃي Pearl Harbour تي حملو ڪيو، انهي ۾ انهن جي منفي انتها پسندي بـ شامل هئي جنگجو زهنيت. اهو هڪڙو مثال آهي.

وري دنيا ۾ ٻيو مثال آ West Germany جو توهانکي خبر آ تـ ١٨٤١ ڪان اڳ ۾ جرمني چارسو States ۾ ورهايل هئي جيئن اسان وٽ ضلعا يا تعلقا هوندا آهن، مونکي نالو صحيح ڪو نـ ٿو اچي ڊسمارڪ آ، يا ٻيو آهي قومپرست ان ١٨٤١ ۾ فرانس ڪي شڪست ڏيئي جرمنيّ ڪي متحد ڪيو، هن ٻيو ڪجهـ نـ ڪيو صرف جرمني ۾ روڊ ۽ رستا ٺهرايا ان ڪان پوءِ ٽيون جيڪو ملڪ آهي، اهو سائوٿ ڪوريا جو آهي جنهنجو مان مثال ٿو ڏيان تـ ١٩١٠ ڪان وٺي ١٩٤٥ تائين جاپان جي غلاميءَ هيٺ رهيو،ايتري قدر جو سائوٿ ڪوريا ۾ ڪورين ٻولي تي Ban هوندي هئي، انهن چيو تـ اسان۔جاپان ڪي بـ شڪست ڏينداسين، صرف ٢٠ سالن ۾ هنن جاپان سان مقابلو ڪيو ۽ اهو اسانکي سبق ڏئي ٿو تـ سماج جي تعمير ڪرڻي آ ۽ هي جيڪو مونجهارو آ سنڌ ۾ انجي جيڪا نجات آ منهنجي نظر ۾ ڇاڪاڻ تـ تجربي مطالعي يا جيڪو مونکي بين الاقوامي سفر جو تجربو آ، مان يورپ

بہ ڏنو آهي، ايشيا بہ ڏنو آهي تہ نہ نجات فردن ۾ آهي نہ سياسي تحريڪن ۾ آهي، جيڪڏهن آهي تہ سماج جي ٺاهڻ ۾ آهي، جيڪڏهن اسان ڏيڪارينداسين تہ سو سال پلي تقريرون هجن، سيمينار هجن، يا مسٽر اي کي گاريون ڏنيون، چئون فلاڻو ذميندار هيو، فلاڻو هيئن هيو، جيڪڏهن اسان پنهنجي سياسي فڪر ۾ تعمير نہ آڻينداسين .

اڄ مان توهان کي پريڪٽيڪل رزلٽ ٻڌايان تہ سنڌ ۾ پهرين جيڪڏهن واقعي ڪا تعمير ڪئي تہ اها غلام شاهہ ڪلهوڙي ڪئي تہ هن زراعت کي ترقي ڏني ۽ سنڌ مان غربت ختم ڪئي، انڪان سواءِ سڄي دنيا ۾ سنڌ شايد واحد خطو آهي جتي تاريخ ۾ ڪڏهن بہ ڏڪر ڪو نہ پيو آ، انجو سبب اهو آهي، جو اسانجا جيڪي ماڻهو هئا، انهن زراعت کي اهڙي نموني هلايو جو هتي ڏڪر ڪو نہ پيو، نہ تہ دنيا ۾ آمريڪا يا ٻيو ڪو بہ ملڪ هجي ڏڪر ۾ شامل رهيو. ان کان پوءِ ٻي تعمير جيڪا انگريزن شروع ڪئي، انهي جا منفي پاسا بہ هئا پر مان توهانکي ٻڌايان ٿو تہ انگريز ئي هئا تہ سرچارلس نيپيئر ڏٺو تہ هڪڙو سنڌي ماڻهو هيو سرون پيو ڪٽي، پٽ ڪٽڻ لاءِ، انهي کي ڏسي پنهنجي جرنيلن کي چيائين تہ سنڌ کي ٺاهڻ لاءِ ٻن شين جي ضرورت آهي، هڪ صبر ۽ ٻيو مسلسل جدوجهد تہ هي خطو سون ٿي سگهي ٿو، پر هتي صبر کان تعمير ڪجي، لڳاتار جدوجهد ڪنجي ۽ ٽيون جيڪو تاريخ ۾ تعمير جو ڪم ڪيو اهو جي ايم سيد ڪيو مان جي ايم سيد جو سياسي ليڊر جي حيثيت سان نہ پر هڪ سماجي حيثيت سان مان ان کي پڙهيو آ، اهوئي جي ايم سيد هيو جنهن سنڌ يونيورسٽي ڏني، سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ هن ڏنو، هارين جي لاءِ جيڪو پروگرام ان ڏنو، اڄ بہ توهان تاريخ ۾ ڏسندو تہ جيڪڏهن ڪو سماجي انجنيئر آهي ۽ جيڪڏهن چئي سگهجي ٿو تہ جي ايم سيد آ (تاڙيون)

۱۹۳۰ ۾ اهوئي جي ايم سيد هو جنهن ڏٺو تہ (چاڪاڻ تہ ان زماني ۾ سنڌ ۾ هندو مسلم تضاد هيو) سنڌي مسلمان واپار ۾ نٿو اچي ان هڪڙو ڏينهن مقرر ڪيو پهرين جولاءِ سڄي سنڌ ۾ مظاهرا ڪيا، پمفليٽ ورهايا ۽ ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪئي ۽ مان جيئي سنڌ

جي سمورن دوستن کي چوندس تہ هو پهرين جولاءِ جيڪڏهن قومي ڏينهن ڪري ملهايو تہ سنڌ ۾ هنر ۽ انڊسٽري ڪيئن وڌائجي (تاڙيون)
جي ايم سيد کان وري پوءِ جيڪو سوشل انجنيئر اچي
ٿو اهو ذوالفقار علي ڀٽو اچي ٿو، ڀلي اسان ان جي ڪافي شين سان متفق نہ هجون هن سنڌ کي ڇا ڏنو، اڄ جيڪا اسان ۾ طاقت آئي آهي، هن سنڌ کي ڪجهہ نہ ڏنو صرف روڊ ۽ رستا ڏنا اسڪول ڏنا ۽ سنڌي ماڻهن کي پنهنجي مرضي موجب نوڪريون ڏنيون ۽ نوڪرين جي ذريعي هن دنيا ۾ سنڌي ماڻهن کي Expose ڪيو اسلام آباد نہ ڇڏيو پر ڪراچي بہ اسان لاءِ اوپري هوندي هئي، هوٽل انٽرڪان ۾ سلوار قميص پائي وڃڻ وارن تي پابندي هوندي هئي، اهوئي ڀٽو هيو جنهن پنهنجي سنڌي ڪلچر کي Promote ڪرڻ لاءِ ويڙهہ ڪئي ۽ اڄ توهان مان ڪو بہ سلوار قميص پائي انٽر ڪام ۽ هاليڊي-ان ۾ وڃي سگهي ٿو اختلاف ڀلي هجن پر Achievements Recognize ضرور ڪجن انهي مرحوم ڀٽي شهيد زرعي يونيورسٽي ناهي مهراڻ يونيورسٽي ناهي ۽ تعليمي ادارن جو ڄار وڇايو. ٽيڪنيڪل ڪاليجن جو ڄار وڇايو ۽ صرف ٢٠ سالن ۾ جيڪا هي نئين جنريشن آهي اها انهي جي Steps جو نتيجو آهي، انهي ٢٠ سالن جي وقت ۾ ڪا بہ شي ڪانہ ٿي، مان چئي سگهان ٿو منهنجي Research آهي Honest Opinion آهي تہ سنڌ جي ڪنهن بہ سياسي جماعت وٽ تعمير جو ڪو بہ پروگرام ڪونهي جڏهن تعمير جو ڪو بہ پروگرام نہ هوندو تہ ڪيئن قوم ترقي ڪندي ۽ ڪيئن ان ۾ (Resistance Power) اپندر ۽ ڪيئن External Forces سان Face ڪندي سنڌ اهو حصو آهي جنهن جي مٽي کي بہ جيڪڏهن توهان ڪٽندو تہ سون اٿو. صرف پاڃيون، ٻاهر موڪلجن تہ هڪ جرمني ڪاٿو لڳايو آ تہ پنج ارب ڊالر ڪمائي سگهن ٿا، جيڪڏهن اڄ بہ سنڌي ماڻهو ٻيو ڪجهہ نہ ڪن رڳو پاڃيون ٻاهر موڪلن تہ پنج ارب ڊالر يعني سو ارب رپيہ اسان صرف پاڃين مان ڪمائي سگهون ٿا هتي ڇا ناهي؟ تيل آهي ڪوئلو آهي، ڇهن قسمن جون موسمون آهن، جيئن اسانجي دوست امداد چانڊئي چيو تہ سنڌ ۾ ڪا بہ اهڙي شي جنهن

مان اسان ڪجهہ حاصل ڪري سگهون پر جيڪا اسان کي ضرورت آهي
اها قومي تعمير جي Exchange پوءِ اها شاگرد تحريڪ هجي،سياسي
تحريڪ هجي يا دانشور تحريڪ هجي سياست اسانجي مٿان
Dominate آهي، پر تعمير ڪرنهي صرف انهي مان اندازو لڳايو. مان
چئي سگهان ٿو تہ سنڌ جي سِيني شاگرد تنظيمن چار پنج مهينا ٿيا رڳو
پنهنجي پاليسي تبديل ڪئي آهي تہ پر امن ماحول پيدا ٿيو آ، سيمينار
بہ ٿين ٿا،Self granted Leave بہ ختم ٿئي ٿي، پڙهائي ٿئي ٿي، رات
جو ۱۱وڳي چوڪرا هجن، ڇوڪريون هجن، ڪيمپس ۾ گهمندا ٿا وتن،
صرف چئن پنجن مهينن ۾ پاليسي تبديل ڪرڻ جو نتيجو
ڇاڪاڻ تہ مان انجنيئرنگ سان گڏوگڏ ايڪانامڪس جو اسٽوڊنٽ بہ
آهيان مان پنهنجي ريسرچ موجبْ، مان نہ پر اسانجا دوست جيڪي ڪم
ڪن ٿا دعويٰ سان چئي سگهان ٿو تہ سنڌ جون سياسي تنظيمون
تعميري پروگرام ڪن تہ اسان پنجن سالن ۾ ڪوريا جهڙا ٿي سگهون ٿا
مان توهانکي Calculation ڪري ٻڌايان تہ پوري يورپ
کي ترقي ڪرڻ ۾ ۲۰۰۰سال لڳا جاپان کي ۵۰ سال لڳا، سائوٿ ڪوريا
کي ۲۰ سال لڳا تہ سنڌ پنجن سالن ۾ ترقي ڪري سگهي ٿي، اسپين ۾
ڪيٿولڪ هوندا هئا، توهانکي خبر آهي عيسائين بہ فرقا آهن
ڪيٿوليڪ ۽ پروٽيسٽ، ڪيٿوليڪ ايئن هوندا آهن جيئن اسان
سنڌين کي چوندا آهن تہ بابا هي ڪم چور آهن، چوندا هئا تہ هي پور
چوگيزن کان پوءِ ترقي ڪري ڪو نہ سگهندا، ۳۵ سالن جي گوريلا ويڙهہ
کان پوءِ جڏهن سوشلسٽ وزيراعظم ٿيو تہ پنجن سالن ۾ اسپين کي
مٿين ليول تي ڪٿي آيو تہ جيڪڏهن Human Will آهي ليڊر شپ آهي
۽ Positive Attitude آهي تہ دنيا جي ڪا بہ طاقت اسانجي ترقي آڏو
رڪاوٽ نٿي بڻجي سگهي تمام گهڻو توهانجو تاثير ورتو آهي، ٻيا بہ گهڻا
دوست ويٺا آهن، آخر ۾ مان اها ڳالهہ ٻيهرڪندس تہ اسانجو آفاقي
ڳالهيون هجن، تنظيمون هجن، هڪ ٻئي تي الزام هڻون، انهي جو ڪو بہ
فائدو ڪو نہ ٿيندو، جيستائين سياسي تنظيمون شاگرد تنظيمون، يا

دانشور، سنڌ جي قومي تعمير جو پروگرام Introduce نٿا ڪن، سنڌ جي نجات ڪونه ٿيندي، جيڪڏهن ڪو دوست چاهي ته اسان ان سان Debate به ڪري سگهون ٿا ۽ پوءِ جڏهن اها تعمير ٿي وڃي ته پوءِ ڏسون ته ڪورينجرس جو سپاهي ڪو ڄام صادق يا ڪو خان سنڌي ماڻهن جي ڪمن ۾ عمل دخل ڏئي.

صرف انهي ڪري آ، جو اسان ۲۰ سيڪڙو شهرن ۾ ٿا رهون، ٦٧ هزار ڳوٺن ۾ سنڌي آبادي پکڙيل آهي، هاڻي ٦٧ هزار ڳوٺن ۾ ساڍا ٽي ڪروڙ آبادي پکڙيل هوندي ته ان ۾ ڪهڙو Power هوندو.

جنهن مان نتيجا اخذ ڪري سگهجن، ان ڪان پوءِ اسانجي اقتصاديات ڏسو ته ويچاري هاري کي اها خبر ڪانهي ته ٻچ ڪيئين ڇٽيان يا گورنمنٽ سروس ۾ جتي صرف اسانجا زهن صرف ٿا ٿين، ڇاڪاڻ ته سڄي دنيا ۾ ذهني صلاحيت جي تباهي ڪرڻ، معنيٰ سرڪاري نوڪري ڪري ٻي ڳالهه توهانکي ٻڌايان ته اڳ پاڪستان کي سياسي رشوت ملندي هئي ته پنجاب ۽ اسلام آباد وارا سياسي رشوت طور سنڌين کي نوڪري ڏيندا هئا، هاڻ نه پاڪستان کي سياسي رشوت ملندي ۽ نه اسلام آباد وارا سنڌين کي سياسي رشوت ڏيندا ۽هاڻ پاڻ کي سنڌ جي تعمير ڪرڻي آ، اهو تڏهن ٿيندو جڏهن سنڌ جون سياسي تنظيمون شاگرد ۽ دانشور ٽيئي گڏجن ۽ اهي پنهنجي پروگرام ۾ سنڌ جي تعمير ۽ ترقي جو پروگرام Introduce ڪن جيڪڏهن نه ڪندا ته هي اسان راڳ پيا ڳائيندا اسين وري ۵۰ سالن ڪان پوءِ اهوئي چوٿين مارچ اهوئي امداد چانڊيو جي ڏک ڀري تقرير هوندي.

گلشن لغاري

# شاگرد جدوجهد تي هڪ نظر

چوٿين مارچ سنڌ جي تاريخ جو هڪ لازوال ۽ روشن باب آهي. جنهن سنڌي قوم کي جدوجهد جي راهه ڏني ۽ سنڌي ماڻهن جي قومي شعور کي پختو ڪرڻ ۾ مدد ڏني. سنڌي شاگردن ون جونٽ جي قهري ڪوٽ کي ڊاهڻ لاءِ بيمثال قرباني ۽ ٻڌيءَ جو مظاهرو ڪيو، ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي. سنڌي قوم پاڪستان ٺاهڻ کان پوءِ پهريون ڀيرو پنهنجي الڳ قومي تشخص جو ثبوت ڏنو. اهو چار مارچ جي جدوجهدسان ڦٽي نڪتل شعور جو ئي نتيجو آهي، جو اڄ پاڪستان جي ڍانچي ۾ رهندڙ ٻين قومن کان سنڌي قوم وڌيڪ باشعور ۽ سجاڳ آهي. ۴-مارچ کان جنهن قومي جدوجهد واري سفر جو آغاز ٿيو هو، اهو اڄا تائين انهي ئي جذبي سان جاري آهي. ۽ اهو سفر پنهنجي آزاديءَ واري منزل ماڻڻ تائين جاري رهندو. ۴-مارچ واري شاگردجدوجهد جي حوالي سان آئون اهو چونديس ته، بي شمار خوبين سان گڏ شاگرد سياست ۾ ڪجهه اوڻايون به رهنديون پئي آيون آهن. اسان کي هتي ٻنهي پهلوئن کي ڏسڻو آهي. غلطين جي نشاندهي ڪري، ان جي روشني ۾ ڪي نتيجا اخذ ڪرڻا آهن.

اسان وٽ رواج اهو به رهيو آهي ته شاگرد اڪثر جوانيءَ جي جوش ۾ اچي سياست ۾ ايندا آهن، پوءِ انهن مان گهڻا، مڊل ڪلاس جا شاگرد ڊگرين وٺڻ کان پوءِ، جڏهن ڪنهن عهدي تي رسندا آهن ته پوءِ سنڌن دلين مان قوم لاءِ سموري همدردي ۽ جدوجهد جا عزم ائين غائب ٿي ويندا آهن، جيئن گڏهه جي سِرَ تان سڱ، ان جو مثال اهي چار مارچ جا اڪثر هيرا آهن، جن پنهنجون ذاتي منزلون ته ماڻي ورتيون آهن پر قوم کي جدوجهد جي سفر ۾ اڪيلو ڇڏي، انهن هيرن مان ڪيترا گمنامي جي گفائن ۾ گم ٿي ويا آهن ته ڀيا ورڻي چار مارچ جو چيڪ

اڄان پيا ڪيش ڪرائين. اصل ۾ اسان وٽ قومي سياست خاص ڪري شاگرد سياست ايڊهاڪزم جو شڪار آهي. مستقل مزاجيءَ سان جدوجهد ڪندڙن جو انگ تمام ٿورو رهيو آهي.

منظم ۽ سگهاري قومي پارٽي نه هئڻ ڪري شاگرد قوت هميشه ڇڙو ڇڙ رهي آهي ۽ جڏهن ان کي گڏ ڪرڻ جي ۽ پارٽي ياادارن جي تابع ڪرڻ جي ڪوشش ٿي آهي ته اسان جا "تاحيات شاگرد ليڊر" پنهنجي ڪوڙي اناپرستيءَ جي ڪري، هميشه رڪاوٽ بڻيا آهن. ان ڪري فائدي بجاءِ نقصان رسيو آهي. پنهنجي سِر ليڊر ٿي موجون ماڻيندڙ شاگردن جي جذبن سان راند ڪئي. ۽ کين غلط ترغيبون ڏئي سندن هٿن مان ڪتاب کسي، "ڪلاشنڪوف" ڏيئي ڇڏي. جنهن جو شڪار دشمنن جي بجاءِ پنهنجا ٿيندا رهيا آهن. اِگتي هلي اهو ڪلاشنڪوف ڪلچر ڊاڙيل فيڪٽر جو بنياد بنيو. نتيجي طور اهي سنڌي شاگرد تعليم ٽوڙي، سياست پنهي کان هٿ ڌوئي وينا ۽ اشتهاري ڌوهاري بنجي پيا. اسان جا شاگرد اهو ڪجھ ڪري رهيا هئا، جيڪو دشمن چاهيوپئي، يعني سنڌي شاگردن کي تعليم کان پري رکڻ لاءِ اسان پاڻ ڪم ڪيو. اهو سلسلو اڄان تائين ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ جاري آهي. هيرو ازم ۽ شخصيت پرستيءَ وارا لاڙا شاگردن ۾ گهڻا هوندا آهن. ڇو ته عمر جي ان حد ۾، هو جسماني طرح بالغ، پر ذهني طرح ڪچا گهڙا هونداآهن، جنهن تي جهڙو چٽ چٽجي، چٽجي ويندو ان ڪري عمر جي ان حصي ۾ سندن سياسي تربيت تعميري انداز ۾ نٿي ٿئي ته پوءِ سندن ذهن منفي ڳالهين جو اثر جلدي قبول ڪن ٿا.

ان کان سواءِ سياست جي آڙ ۾ تعليم جو نقصان ڪرڻ جو هڪ "ٽرينڊ" اڀاريو ويو. جنهن ڪري هر معمولي ڳالهه تي ڪلاسن جو بائيڪاٽ ڪرڻ مختلف تنظيمن جي شاگردن جو پاڻ ۾ وڙهڻ، هڪٻئي تي گوليون هلائڻ، لٺي بازي لاءِ هاسٽلن ۾ هٿيار رکي، حڪومت کي تعليمي ادارن کي بند رکڻ جي دعوت ڏيڻ. انهن ڇڙواڳين جي نتيجي ۾ سنڌيونيورسٽي جو نالو بند يونيورسٽي مشهور ٿيو.

ان ڇڙواڳي ۽ بدمعاشي جو نقصان قوم کي ڪيترو ٿيو؟ اهو

اندازو اڄ جي تعليمي حالت ڏسي لڳائي سگهجي ٿو. مطلب تہ سنڌ ۾ شاگرد ليڊر ٿيڻ سڀ کان سولو ۽ فائدي وارو ڌنڌو ٿي پيو. شاگرد سياست جي خامين ڄاڻائڻ مان منهنجو مطلب اهو ناهي تہ ڪو سنڌ مرڪو گدڙن ڪائي ڇڏي آهي، پر جن ڳالهين اسان جي قومي جدوجهد ۽ پارٽيءَ کي نقصان پهچايو آهي مقصد اُن ڳالهہ جي نشاندهي ڪرڻ آهي.

اسان جي ڌرتيءَ تي وري واهوندي جو واءُ وريو آهي. جيئي سنڌ محاذ جي ذيلي فرنٽ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽ فارم تان نوجوان، سنجيده ۽ باوقار سياست ڪندڙ شاگرد ليڊر ميدان ۾ آيا آهن. اهڙو سيمينار ان جو واضح ۽ چٽو ثبوت آهي تہ شاگرد جيڪڏهن چاهين تہ "وڌيڪ تعليم سان گڏ بهتر سياست" ڪري سگهن ٿا.

۴- مارچ اسان جي قومي جدوجهد جو شاندار اوائلي اهڃاڻ آهي. جنهن کي سنڌي شاگردن پنهنجو رت ست ڏيئي نروار ڪيو، ان تي اسان کي بجا طور تي فخر ڪرڻ گهرجي ۽ گڏو گڏ ان جي تنقيدي جائزي جي روشنيءَ ۾ اسان کي اڳتي وڌڻو آهي، جنهن قوم جي جدوجهد جي سفر جو آغاز ايترو شاندار هجي، ان جي منزل بہ يقيناً اوتري ئي عظيم هجڻ گهرجي ۽ اها منزل آزادي کان سواءِ ٻي نہ ٿي ٿي سگهي.

*پنهون ڪارڻ پٻ ۾ مَر مٿا ڏيئي*
*تہ ساجن سيئي واڪا ٿيئي وينيون!*

[شاهہ]

حميد سبزوئي

## آجيان تقرير

آزاديءَ بـن اوپـرا، تـون نـہ اسانـجو پاءُ
تون ڪو پهڻ پـپ جـو، اسـان اُتـر واءُ
اسـان تـڏيآءُ، سـانگـو لاهـي سـر جـو.

هن سيمنار ۾ شريڪ سيني ساٿين کي، جيڪي سڄي سنڌ مان ڪهي آيا آهن ۽ سمورن جي اکين ۾ اوجاڳا جهلڪي رهيا آهن ۽ ساري رات ننڊ ڦٽائي، سفر ڪري هن سيمينار ۾ شريڪ ٿيا آهن مان ساٿين جي جذبن جو، انهن جي محنت ۽ شوق جو اسانجي هن پروگرام کي ڪامياب بنائڻ واري لگن جو، انتهائي سچي دل سان آجيان ڪريان ٿو. انهي کان سواءِ اُهي ڏاها، اُهي دانشور جيڪي هن پروگرام ۾ شريڪ ٿيا آهن مان دل جي گهراين سان سيني جي آجيان ڪريان ٿو.

شاگرد سياست ۾ پيڙهہ جو پٿر، جنهنجي شروعات ۴-مارچ ۱۹٦٧ ۾ ٿي هئي. اهو ڳاڙهو رت جيڪو درياهہ ۾ وهيو هو، اهو سمورو رت سموري سنڌ ۾ پکڙجي چڪو آهي، ۽ ان رت مان سوين هزارين نوجوان اپريا آهن، ڳاڙها نوجوان ويڙهو نوجوان، جرئتمند نوجوان، جيڪي ڪڏهن تہ ٽارچر ڪيمپن ۾ ماريا ويا آهن، ۽ڪڏهن ٽوڙهي ڦاٽڪ وٽ ماريا ويا آهن. جيڪي ڪڏهن تہ ڄامشوري جي پٿريلي ڌرتي تي ماريا ويا آهن. ۽ ڪڏهن سالن جا سال وڏن وڏن ديوارن جي هيٺيان قيد رهيا آهن، پر اڄ بہ انهن جي جذبن ۾ انهن جي جرئت ۾، انهن جي همٿ ۽ وڏائي ۾، ۽ پنهنجي مقصد ۽ منزل سان عشق ۾ گهٽتائي نہ آئي آهي. اڇو تہ ان سموري شاندار جدوجهد، ان سموري لگن، انهيءَ سموري جذبي، انهيءَ سموري ويڙهاند کي اڄ سلام پيش ڪريون. انهي جدوجهد جو احترام ڪريون ۽ ان جدوجهد ۾ جيڪي ڪوتاهيون ٿيون آهن ،ان جدوجهد ۾ جيڪي گهٽ وڌايون ٿيو آهن. جذبن ويساهہ گهاتيون ڪيون آهن. انهن جو بہ اڄ احتساب ٿيڻ گهرجي تہ جيئن اسانجي منزل، اسانجي جدوجهد وڌيڪ شاندار ٿي وڌيڪ بهترين انداز ۾ اڳتي وڌي،

۽ انکي ڪوبہ روڪي نہ سگهي، مني صديءَ جو وقت گذريو آهي پورا ٢٢ سال ٿيا آهن اها شاگرد جدوجهد، جيڪا صرف ٻہ سؤ پنج سؤ شاگردن تي مشتمل هلي هئي اڄ ان سفر ۾ هزارين شاگرد گڏ آهن، هزارين ڌرتي جا فرزند ان ۾ شامل آهن، اها اسانجي ڪاميابي آهي. اسانجي ذهنن ۾ انقلاب اچي ويو آهي اسان شعور ۽ ڏاهپ جي هٿيار سان هٿيار بند ٿيا آهيون، اسان جاٽي ورتو آهي پنهنجي خوفناڪ ۽ دشمن ڪي، اسان جاٽي ورتو آهي ان جي منحوس ارادن کي، اسان جاٽي ورتو آهي انهن جي نيت کي ، تہ هاڻ ضرورت ان شيءِ جي آهي، تہ پاڻ ۾ ٻڌي پيدا ڪجي، جرئت پيدا ڪجي ۽ سڀ نئين سر پنهنجي صف بندي ڪريون ۽ ائين ڪرڻ سان نہ صرف فقط شاگرد جدوجهد اڳتي وڌي سگهجي ٿي، پرساڳي وقت اها شاندار قومي جدوجهد سان گڏجي، انجو دوست ۽ ساٿي ٿي، انجي هڪ جز جي حيثيت ۾ بہ اڳتي وڌي سگهي ٿي ،انهي ڪانسواءِ شاگرد جدوجهد ۾ هڪ وڏو خال پيدا ڪيو ويو اهو هي تہ شاگرد ۽ سنڌي اديب جو پاڻ ۾ رشتو ٽٽي پيو، سنڌ جي ان ڏاهي انسان، سنڌ جي اِن باشعور انسان سنڌ جو اهو اديب جيڪو قومي جدوجهد جو سونهون هوندو آهي ۽ اسان جي رهبري ۽ رهنمائي ڪري دڳ ٻڌائيندو آهي ۽ اسانجي اڳواٽي ڪندو آهي، ۽ انکي اسانجي اڳواٽي ضرور ڪرڻ گهرجي، مان سمجهان ٿو تہ ان مرحلي تي اسانجي اديب کان بہ ڪجهہ غلطيون ٿيون هجن، پر سڀ کان وڏيڪ ڏوهہ اسانجي شاگرد اڳواڻن جو رهيو آهي. انهي جي هٿيارن جا رخ دشمن بدران هڪٻئي جي سينن ڏانهن رهيا آهن. ۽سمورا هٿيا سامراج ڏانهن بدران سمورا هٿيار پنهنجي مخالف ڏانهن رهيا آهن. انهي جو بہ اسانکي جائزو وٺو پوندو تہ اديب ۽ شاگرد جو جيڪو فڪري رشتو آهي، جيڪو شعوري ۽ ضروري رشتو آهي انکي نئين سر جوڙٹو پوندو ۽ پنهنجي اديب جي شعور جي روشني ۾ پنهنجي جدوجهد کي اڳتي وڌائٹو پوندو.

انهي کان سواءِ جيڪي ماضي ۾ تلخيون رهيون آهن، هڪ ٻئي ڏانهن جيڪي هٿ وڌيا آهن، هڪٻئي جي جيڪا تذليل ڪئي ويئي آهي، هڪٻئي کي جيڪو بيعزتو ڪيو ويو آهي، صرف انهي ڪري تہ هو

مونسان متفق ناهي، صرف انهي ڪري تہ هو منهنجو مخالف آهي، مان سمجهان ٿو تہ اِهي سڀ شيون هاڻ اسان کي ختم ڪري ڇڏڻ گهرجن.

۽ مان وضاحت ڪندو هلان تہ ان وقت ۾ بہ جڏهن جساف جو ڪردار ڪافي غلط هو، بلڪ مذمت جوڳو هو اهڙو مذمت جوڳو، جو نوجوانن جي جدوجهد جي علامت نظيرعباسي شهيد ٿئي ٿو، ان لاءِ بائيڪاٽ نٿو ٿئي، سنڌ يونيورسٽي ۾ بائيڪاٽ نٿو ڪرڻ ڏنو وڃي. اهي سڀ ڪوتاهيون بہ اسانکي تاريخ ۾ ڏسڻيون پونديون تہ جيئن انهن کي ٻيهر دهرائي نہ سگهجي. ان وقت ۾ بہ اسانجو موقف هي هو، "اڇو تہ سڀ گڏ ٿيون ۽ سمورا هٿيار مخالف بدران، پنهنجي هٿيارن جو رخ دشمن ڏانهن ڪريون. انهي جي ثبوت طور مان اهو چوندس تہ ١٩٨٥ ۾ اسانجي ساٿي محترم آصف بالادي ڪتاب لکيو هو "اي منهنجي سنڌ جا نوجوانو" انهي وقت ۾ جڏهن شاگرد تنظيمون هڪ ٻئي خلاف صف آراهُيون ۽ سامراج ۽ انجي اتحادين خلاف، صف بندي ڪرڻ بدران هڪٻئي خلاف صف بندي ڪرڻ ۾ محو هيون. اڇو تہ ان ساڳي آواز کي ٻيهر دهرايون ۽ للڪار ڪري چئون تہ جيئن هڪٻئي جي خلاف جيڪي تلخيون آهن اُهي ختم ٿي وڃن.

هڪ دفعو ٻيهر مان سمورن ساٿين ، دوستن ۽ ڀينرن جي دل جي گهراين سان آجيان ڪريان ٿو جيڪي پرخلوص جذبن سان شريڪ ٿيا آهن، انهن جي تمام گهڻي مهرباني.

جيئي سنڌ

# پڙهه نامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٢ | ٢١ | چٽنگهه | چٽِگَ |
| ٨ | ٥ | تہ | تي |
| ٨ | ٧ | ٺئينن | ٺئين |
| ٩ | ١١ | ڏيندڙ | —— |
| ٩ | ٢٢ | جي | —— |
| ١٠ | ١٦ | ٿيا | ٿي، |
| ١٢ | ١٢ | تہ | تي |
| ١٦ | ١٩ | ائيني | آئيني |
| ١٨ | ٢١ | سياست | سياسي |
| ٢٠ | ١٠ | يونيوريٽيءَ | يونيورسٽيءَ |
| ٢٧ | ٣ | ون جونٽ | ون يونٽ |
| ٣٠ | ٢٣ | جذبن | جن جن |
| ٣١ | ٢٢ | هٿيا | هٿيار |
| ٣٣ | ٢٠ | گهہ | اگهہ |
| ٣٦ | ١٣ | مرٽاسر | مرٽاس |
| ٣٩ | ٨ | ۽ | ۾ |
| ٣٩ | ٢٥ | ۽ | ۾ |
| ٤٣ | ١٠ | ڪانگري | ڪانگريس |
| ٥٢ | ٢٣ | نہ رکو | —— |
| ٥٥ | ٢٥ | ورحاني | روحاني |
| ٥٦ | ٢٣ | خوب | خواب |
| ٦١ | ٢٠ | ٽٽائي | بٽائي |
| ٧٦ | ٢٢ | قومي جي تحريڪ | —— |
| ٧٨ | ٢٧ | هٿي | هٿا |
| ٨٠ | ٢٢ | سنڌي | سنڌ |
| ٨١ | ٢ | تنقيدي ڪي | ڪي پنهنجو تنقيدي |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٨١ | ٢٣ | جيڪڏهن مزدور جا پٽ آهين، | —— |
| ٨٣ | ١٣ | ڪونهن | ڪونهي |
| ٨٣ | ١٨ | ماٿهو | ماٿهون |
| ٨٣ | ١٩ | ماٿهو | ماٿهون |
| ٨٣ | ٢٠ | ماٿهو | ماٿهون |
| ٨٣ | ٢١ | ماٿهو | ماٿهون |
| ٨٤ | ١٩ | منذلون | منزلون |
| ٨٤ | ٢٦ | پريشانئين | پريشانين |
| ٨٥ | ٢٠ | جاتے | جاتي |
| ٨٥ | ٢ | هي | هين |
| ٨٥ | ٢٧ | پان | پاڻ |
| ٨٧ | ٧ | ماٿهو | ماٿهون |
| ٨٧ | ١٤ | جهٹرو | جهڙو |
| ٩٠ | ٦ | وونگا | وولگا |
| ٩٠ | ٨ | گوليون | گولين |
| ٩٠ | ٢٠ | تقريرن | تقريرون |
| ٩٠ | ٢٠ | ترتريب | ترتيب |
| ٩١ | ٨ | ڪونهن | ڪونهي |
| ٩١ | ١٥ | چٽي | چٺي |
| ٩١ | ١٩ | سنڌ | سنڌي |
| ٩١ | ٢٠ | پننجي | پنهنجي |
| ٩٢ | ١٠ | ڪئين | ڪيئن |
| ٩٢ | ١٢ | ڏسن | ڏسين |
| ٩٢ | ١٢ | ڪئين | ڪيئن |
| ٩٢ | ١٣ | پنهنجو | پنهنجون . |
| ٩٢ | ١٦ | مقلا | مقالا |
| ٩٢ | ٢٧ | ڪئين | ڪيئن |
| ٩٢ | ٢٨ | ڪئين | ڪيئن |
| ٩٢ | ٢٩ | محاز | محاذ |

............... تاريخ جي هن مرحلي تي سنڌي قوم- پنهنجي قومي جياپي جي جنگ وڙهي پئي ۽ اهڙين حالتن ۾ جيئي سنڌ جي نعري کي محدود ڪرڻ بجاءِ پوري قوم جي جياپي واري جنگ جي اهڃاڻ طور سيني جو نعرو بنائڻو آهي. تاريخ جي هن مرحلي تي هاڻ هي نعرو ڪنهن به شخص، گروهه، تنظيم يا پارٽي جو ذاتي گروهي، تنظيمي يا پارٽي نعرو ناهي رهيو نه رهڻو آهي ۽ توهان سڀ سنڌي شاگرد ۽ شاگرديائيون توڙي معزز استاد صاحبان ان نعري ۾ انهي وسيع تر پس منظر ۾ رنگ ۽ رس ڀريو، ان جي حاصلات جي جاکوڙ ڪريو پنهنجي اتساهه جو وسيلو بنايو، هي توهان اسان سڀني جو نعرو آهي پوري قوم جو نعرو آهي گذري ويل، موجود توڙي ايندڙ نسلن جو نعرو آهي ۽ آهستي آهستي نئين دنيا جي نئون لاڳاپن ۾ هر قوم جي پنهنجي پنهنجي وطن ۾ آزاد ۽ خودمختيار ٿي جيئڻ لاءِ پنهنجي پنهنجي وطن جي نعري ۽ آزاد جهنڊي سميت آزاد رهڻ واري حق کي تسليم ڪرڻ لاءِ به بحث مباحثو ۽ غور ويچار ٿي رهيو آهي.

اهڙي دور ۾ لازمي ۽ ضروري آهي ته اسان جي زبان تي به ڪو زندگي جو نعرو هجي ۽ اسان جي هٿ ۾ به ڪو بغاوت جو علم هجي.

(جاگيرداري، سرمائيداري ۽ پرسترائيڪا.........آصف بالادي)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٿُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداniءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)